# اندر جنين اڌ

علي گوهر کهاوڙ




اياز اصغر پبلڪيشنز-ڪراچي




لکڪ: علي گوهر ڪهاوڙ

ڪتاب: اندر جنين اڌ

ٽائيٽل: فيڪا

تصوير: شبير سومرو

ڇپائيندڙ: اياز اصغر پبليڪيشنز،
ايف-14. گلشن ڪامپليڪس فيز-1.
راشد منهاس روڊ، گلستان جوهر، ڪراچي-75290

ڇپيندڙ: القادر پرنٽنگ پريس فون: 7723748

ڪمپوزنگ: ثناءَ ڪمپوزرس روم نمبر 9/42 آر ڪي اسڪوائر نيوچالي،
شارع لياقت ڪراچي 74000

ڇاپو: پهريون - نومبر 1995ع

ڳاڻيٽو: 1000

مُلھ: =/70 رپيا

# سٹاءُ

**ارپيان ٿو:**
**حضرت هابيل**
ڪان
پنهنجي پيءُ
**شهيد نواب خان ڪماوڙ**
تائين
انهن سمورن شهيدن کي
جيڪي وقت جي قابيلن هٿان
**بيگناهه**
ماريا ويا.

سُڪــن واري سَڏ مـــتـــان ڪـــامـــوســـين ڪـــري،
**انـــدر جنـــين اڌ،** ڏونـگـــر ســي ڏوريـــنـديـــون.
(شاهه) ____________



بـــنـــدر جا پـــئـــي، تـــه ســـڪـــاڙِيـــا مَ سُمـــهـــو
**ڪپر ٿو ڪُن ڪري،** جيئن ماڻي منجهه مهي
ايـــڏو ســـور ســـهـــي، نـــنـــڊ نـــه ڪـــجي نـــاڪُئـــا!
(شاهه) ____________

# محبت پائي من ۾...

زندگيءَ جي فلسفي بابت هر ماڻهو جا الڳ الڳ خيال آهن. ان کي ڪي مانجهاندي جو ماڳ سمجهن ٿا، ڪي ابدي حياتي لاءِ امتحان جي گهڙي ته ڪي سکن جي سيجهه. پر اها حقيقت آهي ته حياتي ۾ جنهن جيترو به سمجهه ۽ شعور جو سفر طئي ڪيو آهي، تنهن اوترو پوڄيو آهي. منهنجي خيال ۾ اهي ماڻهو ڏاڍا خوشنصيب آهن، جن جي حياتي ۾ چار ٺهڪ اچن ٿا.

پنهنجي حياتي ۾ ٺهڪن جو تعداد ڪو ڳچ ڪونهي پر تڏهن به پاڻ کي ڀاڳن وارو سمجهان ٿو، جو زندگي جي سفر ۾ ڪجهه سٺا دوست مليا، جن بي رونق حياتي ۾ چس پيدا ڪيو.

"ڪپر ٿو ڪُن ڪري" ۽ "اندر جنين اڏ" جي سري سان "هلال پاڪستان" ۾ مون هي ڪالم لکي نه ته ڪو سنڌي ادب ۾ واڌارو ڪيو آهي ۽ نه وري سنڌ جي ڏکويل ماڻهن کي سورن کان ڇوٽڪارو ڏياري سگهيو آهيان. البته پنهنجي اندر جو آواز وقت جي گراموفون تي رڪارڊ ڪرائي پنهنجي من جو بار هلڪو ڪيو اٿم. ڪالمن لکڻ وقت مون کي اهو احساس بنهه نه هو ته انهن بي مفهوم مضمونن کي به ڪو عنوان ملندو. پر ٿورا مجيان ٿو همسفر شير محمد ڪهاوڙ جا، جنهن منهنجين ڪچين ڦڪين لکڻين کي سهيڙي ڪتابي صورت ۾ آندو، نه ته منهنجا هي ڪالم به انهن مضمونن وانگر "هلال" جي فائيلن ۾ دفن ٿي وڃن ها، جيڪي مون ١٩٩٠ع جي شروعات کان ١٩٩٢ع تائين نوجوانن جي صفحي "نئين سوچ نئين لوچ" ۾ لکيا هئا. "اگهيو ڪائو ڪچ - ماڻڪن موٽ ٿي."

سچ، سونهن ۽ پيار اهڙا سدا حيات عنوان آهن، جن تي سچي دنيا جا ليکڪ بنا ڪنهن اختلاف جي تيستائين لکندا رهندا، جيستائين هي

دنيا قائم آهي. ها! سياسي ۽ نظرياتي موضوعن تي اختلاف راءِ ڪرڻ هر ڪنهن جو بنيادي حق آهي.

سماج ۾ صدين کان هلندڙ نيڪي ۽ بدي واري ويڙهاند ۾ ڪوبه اديب يا صحافي ذر بڻجڻ کان رهي نه ٿو سگهي. حضرت علي عليه السلام جو فرمان آهي ته: "ڳالهاءِ ته تون سڃاتو وڃين". ماڻهو پنهنجي خيالن جي حوالي سان ئي سڃاتو ويندو آهي. شرط اهو آهي ته ماڻهو پنهنجي خيالن جي اظهار ڪرڻ وقت سچائي جو پاند هٿن مان نه ڇڏي. مان پنهنجين لکڻين تي سچائي جو ليبل هڻي ته نه ٿو سگهان، پر سنڌي عوام جي احساسن جي ترجماني ڪرڻ جي ڪوشش سو ضرور ڪئي اٿم ڇو ته منهنجي راءِآهي ته جيڪو به سياستدان صحافي ۽ اديب پاڻ کي عوام جي ڌاري کان ڪٽيندو، اهو ان پاڻي وانگر آهي، جيڪو وهڪري کان ڪٽجي ڪني ڍبي جي شڪل اختيار ڪري ويو هجي.

محبت پائي من ۾، رنڊا روڙيا جَنِ
تن جو صرافَن اڻ توريو آگهائيو
(شاه)

**علي گوهر ڪهاوڙ**
ڪراچي

# پــ اكــر

سنڌي ٻولي هزارين سالن کان قائم دائم آهي ۽ مختلف وقتن جي آزمائشن مان پار پئي آهي. هن وقت تقريباً ٢٥ کن روزانيون سنڌي اخبارون شايع ٿين پيون. ان چوڻ ۾ ڪوبه وڌاءُ ڪونه ٿيندو ته سنڌي اخبارون صرف سنڌي ماڻهن جي حوصلي ۽ چاهه سبب قائم آهن نه ته جديد زماني جي ضرورتن مطابق نه ته سنڌي اخبارن کي حڪومت جو سات آهي ۽ نه وري واپاري طبقي جا اشتهار مهيا آهن.

مالي بحران سبب سنڌي اخبارن ۾ گهڻو ڪري اعزازي ڪالم نگار هوندا آهن. ان ڪري ڪل وقتي، ڪاهوڙي ۽ محقق ڪالم نويس تمام ٿورا وڃي بچيا آهن.

سنڌ جي سورن جون ڪهاڻيون، سنڌي معاشري جي ناهموارين جا قصا ۽ سياسي صورتحال متعلق ڪئين سوال اسان سڀني جي ذهنن تي مسلط آهن. حساس قلمڪار هنن روزمره جي سماجي ۽ سياسي سبقن ۽ حادثن کي گڏ ڪري پڙهندڙ آڏو آڻي ٿو. ڪالم نگار پنهنجي منفرد راءِ رکي ٿو ۽ هن کي پنهنجي احساس جو اپٽار ڪرڻ جي مڪمل آزادي هوندي آهي.

علي گوهر ڪهاوڙ هڪ حساس طبيعت، سنڌ جي هڪ جوابدار صحافي جي حيثيت ۾ "هلال پاڪستان" لاءِ مسلسل ڪالم لکندو رهي ٿو. سندس ڪاوشن جو پهريون ڳٽڪو هاڻي ترتيب ٿيو آهي، هن ڳٽڪي ۾ گهڻو ڪري ٩٣-١٩٩٤ع جي عرصي دوران لکيل ڪالم آهن جيڪي سنڌ جي موجوده صورتحال- عام روين ۽ سياستدانن جي روين تي روشني وجهن ٿا. سٺو ٿئي ها ته ڪالم جي شايع ٿيڻ جي تاريخ هر ڪالم هيٺان ڏني وڃي ها. ان طرح موجوده تاريخ محفوظ ٿيڻ تي وڃي ها.

هر لمحو جو گذري پيو اهو اسان لاءِ ڪئين عبرت خيز واقعا اطلاع ۽ خبرون چڏي ٿو وڃي. دراصل اهائي عوامي تاريخ آهي. بادشاهن جي زماني ۾ درٻاري تاريخ نويس، بادشاهه سلامت جي خانداني ادبنبر ۽ قصن کي گڏ ڪري تاريخ جو نالو ڏيندا هئا. هن وقت به هر حڪمران پنهنجي نظريي مطابق تاريخ سان هٿ چراند ٿو ڪري. ان صورتحال ۾ زير نظر ڪتاب وسيلي ماڻهن جي ڏکن سورن ۽ ساٽن لاڳاپيل سياسي سماجي فيصلن ۽ انهن جي اثر تي مشتمل هي مضمون ئي ايندڙ وقت جي مورخ کي سنڌ جي عوامي تاريخ ترتيب ڏيڻ ۾ مدد ڪندا. زير نظر مضمونن ۾ سچن واقعن، سياسي تبصرن ۽ قومي مسئلن کي نهايت سهٽي انداز ۾ نيايو ويو آهي. ڪٿي ڪٿي ليکڪ ڪالم نگار جي بدران افسانه نگاز لڳي ٿو. سندس ٻولي چاش واري ۽ سادي آهي جيڪا هر هڪ پڙهندڙ لاءِ دلچسپيءَ جو ڪارڻ بنجي سگهي ٿي.

رب سائين شال علي گوهر ڪي وڏي جمار ڏئي ته جيئن پنهنجي حساس قلم سان سنڌ جي مسئلن تي لکندو رهي.

ڊاڪٽر سليمان شيخ

اسلام آباد

۲۹ آڪٽوبر ۱۹۹۵ع

# مهاڳ

**اول الله عليم**

"اندر جنين اَڌ" نوجوان مصنف علي گوهر کهاوڙ جي ڪالمن جو مجموعو آهي جي وقت بوقت هلال پاڪستان ۾ شايع پئي ٿيندا رهيا آهن. مضمونن جي موضوع جو تعلق زندگيءَ جي سماجي، سياسي ۽ معاشي مسئلن سان آهي جي نوعيت نقطه نظر عوامي دلچسپيءَ جو مرڪز پئي رهيا آهن يا وري ملڪ جي مشهور هستين جي زندگيءَ تي روشني وڌي ويئي آهي جن سان عوامي دلين جي ڌڙڪڻ واڳيل هئي يا آهي. ڪالم نهايت سليس ۽ عام فهم ٻوليءَ ۾ بيان ٿيل آهن جن ۾ نه عربي فارسي جا اٺانگا اصطلاح استعمال ڪيا ويا آهن ۽ نه هندي يا اردو جا ڦوڙات اکر.

صحافت مهذب ۽ معزز پيشو آهي. جنهن ۾ پئسو گهٽ پر ساک پت ۽ عزت خاصي آهي. پر وڌي ڳالهه ته صحافت خدمت خلق پڻ آهي. غريب مسڪين ۽ مظلوم جو عدالت يا اسيمبلي ۾ داد فرياد پلي نه ٿئي پر صحافت ۾ سندس شنوائي ضرور ٿيندي چاڪاڻ ته صحافي هر بي انصافيءَ جي واقعي کي عوامي عدالت جي ڪٽهڙي ۾ آڻي ٿو بيهاري ۽ چوندا ڪين آهن ته زبان خلق نقاره خدا است.

صحافت جي ميدان ۾ سنڌي نوجوانن جو قدم رکڻ هڪ اهڙي ڳالهه آهي جنهن تي جيترو فخر ڪيو وڃي اوترو گهٽ آهي. اڄ ڪان اڌ صدي اڳ سنڌي خواندا مولانا ٽائيپ جا صحافي عام هوندا هئا، جي قديمي قصن ڪهاڻين واري سياست ۽ صحافت جي آڌار تي وڏيرن لاءِ ورونهن ۽ وندر پيدا ڪندا هئا يا وري انگريز نامدار جي خوشامند ۾ ڪٽا نه پچندا هئا. عام ماڻهو يا عوام جي ڏکن سورن يا خبر چار جو ڪو تصور ئي ڪو نه هوندو هيو. جي نوجوان اعليٰ تعليم حاصل

ڪندا هئا ته اهي وري وڪالت، ڊاڪٽري يا انجنيئريءَ جهڙن نفعي وارن شعبن ۾ قدم رنج فرمائيندا هئا. اڄ به ٻگري وارن جي ڪسٽمس، پي آءِ اي يا سي ايس پي ٽيڻ سواءِ ٻئي ڪنهن ڪاتي ۾ اک ئي نه ٿي ٻڌي. پر تڏهن به نوجوانن جو خاصو حصو اڄ ڪلهه علم ادب واري گهٽ کهيڙ ۾ پير ضرور ٿو پائي پوءِ هيءَ ٻي ڳالهه آهي ته هن سڄ واري پنڌ ۾ ڪين فاقا ڪيڏا ۽ قربانيون ڏيڻيون ٿيون پون.

اڄ اهو ئي سبب آهي جو سنڌ نه فقط علم ادب جي دائره ۾ پر رسالن ۽ اخبارن جي لحاظ کان پڻ خود ڪفيل آهي. نه فقط ڳاڻاٽي نقطه نگاهه کان پر صحافت جي خاصيت ۽ معيار واري ڪسوٽيءَ مدنظر پڻ سنڌ اول نمبر تي آهي. هاڻ ته ماڳهين هڪ عدد انگريزي اخبار به جاري ٿي چڪي آهي جنهن جي ڪافي عرصي کان ضرورت محسوس ڪئي ٿي ويئي. سنڌ جي صحافين جي لڳنين سبب سنڌ ۾ خاصي سجاڳي آئي آهي ۽ سنڌين جي شعور ۽ احساس ۾ پڻ روز بروز خاصو ۽ خاطرخواهه اضافو ٿيندو ٿو رهي. جو پنهنجي سر هڪ وڏو ڪارنامو پڻ آهي. هن ڪمال ڪاميابي جو سهرو علي گوهر کهاوڙ جهڙن نوجوان صحافين جي سر آهي جن پئسي واري ٻوڙ کان پاسيرو ٿي صحافت جي سڄ وارو گس ورتو آهي. ساجن ڪارڻ سڄ مَرُ قبولي سسئي!

هن ۾ ڪوشڪ نه آهي ته سنڌي صحافت رڙيون ۽ واڪا ڪرڻ سان پنهنجي عوام جي نمائندگيءَ جو حق برابر ادا ڪري رهي آهي. هيءَ ٻي ڳالهه آهي سندس واوَيلا جو نه ڪو تدارڪ ٿو ٿئي ۽ نه غريب جو ڪو مسئلو حل ٿو ٿئي. ٻين لفظن ۾سنڌي صحافت اڃان انهيءَ ڪڙيءَ تي نه پهتي آهي جو پنهنجو سڪو جمائي سگهي. سبب هي آهي جو نالو جمهوريت جو آهي ۽ راڄ وڏيرو ڪري رهيو آهي، جو نه فقط پنهنجي ذاتي عياشي ۽ پيٽ پوڃا ۾ انڌو اونڌو آهي پر هو ڪنن جو ايترو گهبرو بلڪه ٺپ ٻوڙو آهي جو عوام جي دانهن ڪوڪن جو ڪيس پڙلاءُ ئي نه ٿو پهچي. سڌريل ملڪن ۾ صحافين جي رعب تاب جو عالم هي آهي جو صحافي نه فقط قوم ۽ ملڪ جو

چوٽون ﷺ پائو سمجهيا ٿا وچن پر سندن عام راءِ هموار ڪرڻ ڪانسواءِ ڪا به حڪومت هڪ قدم به اڳتي کڻڻ کان لاچار ٿي رهي. اسانوٽ صحافت حق سچ ۽ انصاف جيان ٻارهو ئي ٽاپين ۾ آهي ۽ سنڌ جي پوليس جي اهم ذميوارن ۾ هڪ فرض ادا ئي هي به شامل آهي ته جو صحافي ڪٿي به ٿڌو ساهه کڻي شوڪارو پري ته ڪيس چيلهه ۾ رسو وجهي لاڪپ ۾ واڙيو وڃي. اسان وٽ صحافت انهيءَ سبب اڃان معصوم ٻار جيان پير پير ۾ کڻي پيرن تي بيهڻ جي تربيت حاصل ڪري رهي آهي۽ اڃان سندس پير ماني به نه ٿي آهي. بقول ڀٽائي جي "سڙي سارو ڏينهن ٻاهر ٻاڦ نه نڪري."

وڏيرڪي سياست ۽ لنگڙي جمهوريت سبب سنڌ جي صحافت يا ته حڪمرانن جي حق ۾ ساراهه جا ڍڪ ڀريندي ٿي رهي يا وري وڏي واڪي ٻوڪٽ ڪرڻ بجاءِ حق سچ جو ڪلمون سس پس ڪندي ايئن پٽڪن ۾ ورجائيندي ٿي رهي جيئن ڪو بيمار بخار جي شدت سبب غشيءَ ۾ دبرندو هجي.

هي برابر ته آهي ته ٻات اونداهي هوندي به ڪو نه ڪو ڏيئو ڪٿي نه ڪٿي ٽمڪندو نظر اچي ٿو. فقير محمد لاشاري مرحوم هڪ اهڙي شمع هئي جا ويجهڙائي ۾ اجهامي ويئي. سندس اوچتو، اچانڪ ۽ اتفاقي لاڏاڻو سنڌ جي صحافت لاءِ هڪ سانحو هيو جو صدمو سهسائڻ ۾ اڃان ڪجهه وقت درڪار آهي. هي حقيقت آهي ته وقت گهٽا گهاءَ مٽائي ٿو ڇڏي. ڦٽ برابر ڇٽي ٿا وڃن پر سندن نشان بدستور سالم رهن ٿا. ڪاش! سنڌ جا نوجوان صحافي "فقير" جي نقش قدم تي هلي سندس وصال پڄاڻان سنڌي صحافت ۾ جو خال پيدا ٿيو آهي تنهن جڳهه کي پرڻ لاءِ جاڪوڙ ڪن.

علي گوهر ڪهاوڙ به فقير واري ڌرتيءَ جو فرزند آهي ۽ ڪيس صحافت ۾ زور آزمائي ڪرڻ لاءِ ذميوار به مرحوم پاڻ هيو. جوش جذبو به نوجوان ۾ ساڀيو آهي. پر ڳالهه آهي تجربي جي، جو مارڪيٽ ۾ ملڻ محال آهي.تجربي لاءِ وقت درڪار آهي. پر شرط هي آهي ته ماڻهو نندپڻ کان وٺي مفلسي، محتاجي ۽ مجبوري سان مانوس هجي.

ڏکن ڏاکڙن ۽ مصيبتن کي ماڻهو ڪئنسر جاڻي ٽارو ڪندا آهن ۽ سمجهندا آهن ته غربت ۽ سچائي بدنصيبي يا بد قسمتي آهي. ڪين قدرت جي رٺا بنديءَ جي جاڻ خير ڪي آهي. قدرت اهنج ايذاءُ کي چڱائي ۽ ڀلائي جي ڪڇي مالا طور استعمال ڪندي رهندي آهي. جي ائين نه هجي ها ته پوءِ پيغمبرن، اوتارن ۽ دنيا جي عظيم شخصيتن کي افلاس ۽ اٿوند جي اوڙاهه کان گذرڻو ئي نه پوي ها. ڏک ڏاکڙا زندگيءَ جا زيور آهن. تڏهن ته چوندا آهن ته ڏک سکن جي سونهن گهوريا سک ڏکن ريءَ. گانڌي سون کي سوڌي نج سون بڻائڻ لاءِ نه فقط کيس بي انداز باهين کان گذرڻو پوي ٿو پر سنداڻ ۽ مترڪن جي ضد ۾ الگ چتجي پاه ٽيٽو ٿو پوي.

نوجوان مصنف جا ڪالم جاڻائين ٿا ته ليکڪ کي رچي راس ٿيڻ لاءِ اڃان گهڻو ڪجهه پاپڙ پيلڻا آهن. هي برابر آهي ته الله توهار چنگڙي ڪئي اٿائين. سياسي سوچ ۾ سندس راءِ هڪ طرفي آهي. صحافيءَ جو ذاتي لاڳاپو همدردي ڪهڙي به پارٽي سان ڇو نه هجي، پر ڪيس ڪالم لکڻ وقت هي سوچڻو آهي ته هو پارٽيءَ جي وهنوار تي منصفانه "فتوا" لکي رهيو آهي جنهن ۾ مضمون جي هر رخ تي رائزني ۽ ٽيڪا ٽپڻي ڪرڻي آهي ۽ هي هرو ڀرو ضروري نه آهي ته دل پسند ماڻهن جي ساراه ۾ گيت ڳايا وڃن ۽ مخالف ڌر جي مهرن تي خوامخواه چوهه چنديا وڃن. رياست دهليءَ جو ايڊيٽر ديوان سنگهه مفتون چوندو هيو ته "اوهان صحافين کي هي حق هرگز حاصل نه آهي ته اوهين ماڻهن کي چور، ڳنڍيڪپ فراڊ يا دغاباز سڏيو. اوهان جو ڪم فقط هي آهي ته اوهان واسطيدار ماڻهوءَ جا اعمال ۽ افعال پبلڪ آڏو بيان ڪيو. هي حق عام ماڻهن کي حاصل آهي ته هو انهي ماڻهوءَ کي چور يا چاڪي سڏين" جيڪڏهن اوهين هر وقت ماڻهن کي لقب ۽ خطابن سان نوازيندا رهندا ته پوءِ ماڻهو اوهان جي رخ ۾ به آگريون کڻڻ کان عار نه ڪندا، ته اوهان کان به ضرور ڪجهه هڙ حاصل ٿيو آهي. جنهن به ڪالم ۾، جڏهن ليکڪ پنهنجي ذاتي راءِ جو نيڪ نيتي سان اظهار ڪري ٿو ته پوءِ سندس لکڻين ۾ هڪ قسم جي چڻ ته جان پئجي ٿي

وجي ۽ مضمون به بانگ دهل پيو ٿو واجث ڪري، جيئن چوندا آهن ته "سچ ته بيٺو نچ" اوهان "ايڪرو واڳون، "نشي جو واهپو، " پوليس جون ڏاڍايون، سنڌي پريس تي ڌاري اک اخباري وڏيرا شاهي،" سرخين وارا ڪالم پڙهي ڏسندا ته اوهانکي ليڪڪ جي مدبرانه راز رمز ۽ مام جي چاڻ ٿيندي ته ڪيئن نه ڪلندي ڪلندي ۽ دپيل لفظن ۾ پنهنجي مطلب جي ڳالهه سهڻي نموني چئي ويو آهي. جنهن ۾ سندس اڳيرو هلي"لڪٽيداس"جي پدويءَ تي پهچائڻ جي گارنٽي سمايل آهي. لکٽيءَ جي اهڙي سليقيءَ واري اسٽائيل جي ليکڪ جيڪڏهن مشق ڪري استادي حاصل ڪئي ته پوءِ سندس پنج ئي گهه ۾ آهن.

صحافت ۾ علمي ادبي سوچ ۽ صلاحيت سان گڏ جنهن عنصر جي ضرورت آهي، سا آهي سچائي، حق گوئي ۽ بي باڪي جي. صحافت جي دنيا ۾ جن غير فاني شهرت حرمت ۽ عظمت حاصل ڪئي آهي سي ئي عظيم انسان آهن جن سچائي ۽ بيباڪيءَ کي هٿان نه ڇڏيو. هي برابر آهي ته حق جو ڪلمون پڙهندي مٿن ڪيئي آپدائون آيون ۽ سندن زندگي غمگيني ۽ مسڪيني جو مثال رهي پر هنن حق جي اظهار ۽ صداقت جي آزمائش ۾ نه ڪڏهن منهن موڙيو ۽ نه پٺتي قدم ڌريو. حق ۽ صداقت کان انحرافي ڪرڻ سندن مذهب ۾ حرام هيو. هو هر حال ۾ پنهنجي عقيدي ۽ اصول تي اٽل ۽ اڏول رهيا. انهيءَ ڏس ۾ هنن عيش عشرت جي زندگي گهارڻ بجاءِ فقيراڻي ۽ قلندرانه زندگيءَ تي توڪل رکي گذر سفر ڪرڻ کي ترجيح ڏني. هي صفتون آهن جي هڪ سچي صحافيءَ کي اڄ ڪلهه واري عام صحافي جي هجوم کان الڳ ڪري ڪيس عوام ۾ هر دل ۽ محبوب بڻائن ٿيون. اڄ اسين وقت جي اهڙي نازڪ موڙ تي اچي پهتا آهيون، جڏهن هلندڙ صدي اوپاسين ۾ آهي ۽ ٻي صدي سندس جاءِ نشين ٿيڻ لاءِ ڪَرَ موڙي رهي آهي. دنيا جا ملڪ نئين نڪور صدي جي استقبال لاءِ سانباها ڪري رهيا آهن. جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو ته ايندڙ صدي سائنس، ليزر ۽ ڪمپيوٽر واري صدي هوندي. اسانجي عزيز وطن ته نه ڪڏهن ڪا سائنس ايجاد ڪئي آهي ۽ نه ڪنهن ڪوجنا ۾ ئي ڀرو ورتو آهي. ايشيا کنڊ جا ٻيا ملڪ جهڙوڪ چين جپان تائوان ڪوريا ۽ انڊيا گهٽ

۾ گهڻ يورپي ۽ آمريڪي ملڪن جي سائنسي طريقن جي نقالي ۽ ڪاپي ته ڪري رهيا آهن پر اسين انهن پاڙيسري ملڪن جي مقابلي ۾ به پنتي پيل آهيون. سنڌي صحافت خير سان ڪمپيوٽر واري دور ۾ ته ضرور داخل ٿي چڪي آهي. پر اسانجي مضمونن ۽ ڪالمن جو انگن اکرن سان اڃان رشتو ۽ ناتو نه ٿي سگهيو آهي. اسين پنهنجي ملڪي مسئلن وارا مضمون ۽ ڪالم اڃان سوڌو الف ليلا جي قصن ڪهاڻين واري اسٽائيل تي رهڙيندا ٿا رهون جڏهن ته سڌريل دنيا جا ملڪ هر ڳالهه جو بيان عدد ۽ شمار ۽ ثابتين ڄاڻائڻ سواءِ اڌورو ۽ اڻپورو سمجهندا آهن. ڪاش اسين به پنهنجا سماجي سياسي ۽ معاشي مسئلن کي انگن اکرن جي حقيقتن سان سينگاري سنواري عوام آڏو پيش ڪريون. ليکڪ هجي صحافي يا شاعر سندن وڏو ڪمال آهي پنهنجي راءِ يا خيال جو اظهار ڪرڻ جيئن سچل سائين ٿو فرمائي ته "مئين يي اڪ خيال هان، ليسان نال خيال دي" خيال جي اظهار کي بين ماڻهن تائين پهچائڻ واري وسيلي کي صحافت چيو ٿو وڃي. انسان انسان کي پاڻ ڏانهن مائل ۽ پنهنجي خيال جو قائل ٿي ڳالهه ٻولهه ڪلام ۽ پيغام وسيلي ڪري ٿو سگهي. جيڪڏهن تقرير ڪندڙ آڏو پبلڪ ناهي يا ليکڪ کي پڙهندڙ پبلڪ آهي ئي ڪا نه ته پوءِ اها ته رڃن ۾ رڙ ٿي ۽ نه صحافت. وري ليکڪ يا صحافي جي ذهني پياس پوري ڪرڻ لاءِ ڪتاب هئڻ اشد ضروري آهن. ليکڪن کي همٿائڻ وري سماجي قدر شناسي  لازمي آهي. جيڪڏهن ڪو صحافي يا ليکڪ اوهان جي نمائندگي ٿو ڪري ۽ اوهان جا مسئلا وسوارن تائين ٿو پهچائي ۽ غريب مسڪين گونگي عوام جو آواز ٻڌجي ڪين حق انصاف پلئه ٿو وجهي ته پوءِ جيڪڏهن ڪيس هڙان ۽ وڙان ڪجهه ڏيڻ ۾ ڪنجوسي ۽ بخيلي ٿا ڪيو ته گهٽ ۾ گهٽ "وهواه"چئي سندس قلمي پورهيو ته سجايو ڪيو - مباده - متان چئي ٻروچ ڪميني مان ڪين ٿيو.

**علي احمد بروهي**
ڪراچي

# دلين جو حڪمران

پاڪستان پيپلز پارٽي جي باني چيئرمن شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جي ٦٢ هين سالگره جي موقعي تي ملڪ ۾ پ پ پ جي ٽيون ڀيرو حڪومت قائم آهي. پاڪستان جي تاريخ ۾ عوام جي ووٽ ذريعي ٽي ڀيرا اقتدار تائين پهچڻ جو اعزاز ٻي ڪنهن به سياسي پارٽي کي حاصل ٿي نه سگهيو آهي. محترمه بينظير ڀٽو ٻيو ڀيرو وزيراعظم چونڊجي انهن جهونن ٽيٽيباز سياستدانن جي اڳ ڪٿين کي غلط ثابت ڪري ڏيکاريو آهي، جن هڪ ڪان وڌيڪ ڀيرا دعوا ڪئي هئي ته "پاڪستان جو هڪ ڀيرو وزيراعظم بڻجڻ ڪان پوءِ ٻيهر ان ڪرسي تي پهچڻ جو تصور ئي نه ٿو ڪري سگهجي." شايد انهن سياستدانن کي پيپلز پارٽي ۽ عوام وچ ۾ ان محبت ۽ الفت واري رشتي، ناتي جو صحيح اندازو ئي نه هو، جيڪو شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جهر جهنگ ۽ ڳوٺ ڳوٺ وڃي عوام سان جوڙيو هو. پلاٽ سان ۾ هڪ ڀيرو مريدن کي محل جي درءِ مان منهن ڪڍي ڏيکارڻ وارن کي کهڙي خبر ته ڀيرين اگهاڙي، پيٽ بکايل، صدين کان ستايل ماڻهن سان پيار جا پيچ ۽ نينهن جا ناتا ڪيئن ڳنڍبا آهن- ناتا به اهڙا پڪا ۽ پختا جو وقت جا بي رحم وهڪرا، ڏاڍ ڌهڪاءِ، جيل ۽ ڦٽڪا به نه ٽوڙي سگهن.

پاڪستان ۾ ڳاڻيٽي جي لحاظ کان ته سياستدان ۽ سياسي پارٽيون ايتريون گهٽيون آهن، جو دنيا ۾ انهن جي روانگي واپار جو رواج هجي ها ته جيڪر هتان جا واپاري انيڪ سياسي پارٽين کي سندن اڳواڻن سميت ايڪسپورٽ ڪرڻ جو واپار ڪن ها. وري هر پارٽي وٽ پنهنجن پنهنجن من ليائيندڙ منشورن، پرڪشش نعرن ۽ رنگبرنگي جهنڊن جي به اڻاٺ ڪونهي، پر چونڊن ۾ انهن پارٽين جا بانيڪار رڳو پنهنجي سيٽ کٽڻ ۾ به مهانگا ٿيو پون. هوڏانهن پ پ پ جي مقبوليت جو اهو ڪمال آهي جو ان جي ٽڪيٽ تي مسڪين ڪارڪن به وڏن وڏن سردارن ۽ وڏيرن جي ضمانت ضبط ڪرايو وجهي. ان جو واضح ڪارڻ اهو آهي ته پ پ پ جون پاڙون عوام جي دلين ۾ کتل آهن. ابوجهه، فقير ۽ مسڪين ماڻهن جن ڪڏهن پيپلزپارٽي جو منشور پڙهڻ ته پري جي ڳالهه آهي پر اکين

سان به ناهي ڏنو، اهي پ پ جي حڪم تي سر قربان ڪرڻ لاءِ به تيار ٿيو وڃن. عوام جي پ پ سان حيران ڪندڙ حد تائين وابستگي ڪا اتفاقي ڳالهه ناهي، پر ان جي پس منظر ۾ ذوالفقار علي ڀٽي طرفان عوام سان دلي پيار ۽ همدردي جي گهرن جذبن ڪان وٺي سندس عملي طور انهن جي ڏکن سکن ۾ شرڪت تائين هڪ ڊگهو داستان آهي.

شهيد ذوالفقار علي ڀٽو نه رڳو هارين، نارين، ماروئڙن ۽ جهانگيئڙن جي جهوپڙن تائين پهچي، انهن سان گڏ ويهي، گڏ ڪائي سندن دلين ۾ جاءِ پيدا ڪئي پر انهن جو سياسي شعور بيدار ڪري ڪين جيئڻ جو ڏانءُ سيکاريو ۽ پيدا ڪري منجهن پاڻ ڪي سڃاڻڻ جي ساڃاهه پيدا ڪئي. عوام ڪي عوامي حڪومت جي معاملن ۾ ملوث ڪري ڪين يقين ڏياريو ته واقعن اصل طاقت عوام آهي. پهريون پيرو شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جي حڪومت ۾ هارين، مزدورن ۽ هيٺين طبقي جي ٻين ماڻهن ڪر موڙي وڏيرن، جاگيردارن ۽ سردارن جي اڳيان سينو سپر ڪيو ۽ پنهنجن حقن جي حاصلات لاءِ آواز بلند ڪيو. عوام ۾ اها بيداري جي لهر ڪا ريڊيو، ٽي وي مهم ۽ اخبارن جي اشتهارن ذريعي ڪانه آئي هئي، پر شهيد ذوالفقار علي ڀٽو انهن ماڻهن وٽ اهڙن ڏورانهين ۽ خطرناڪ هنڌن تائين پاڻ پهچي پيدا ڪئي، جتي محلاتي سياستدان وڃڻ جو سوچي به نه ٿا سگهن. ڪاڇي ۽ ڪوهستان ڪان وٺي ٿر جي ريگستان تائين اهڙو ڪو ماڻهو ڪونه بچيو هو، جيڪو چوي ته مون ذوالفقار علي ڀٽي ڪي روبرو اکين سان ڪونه ڏٺو. وڏي ڳالهه ته هو ڪيترن ئي هنڌن تي وات ويندي، ڳاڏي مان لهي، هارين ۽ مزدورن جي ڪم ۾ شامل ٿي ويندو هو. ڪيترائي پيرا، هن لابارو ڪندڙ هارين جي هٿن مان ڏاتو ڪسي ساڻن گڏ لابارو ڪيو، هر هڪليا، رونبا ڪيا ۽ ڪوڏر هنئي. ٧٠ واري ڏهاڪي جي ڳالهه آهي، جڏهن برساتي ۽ جابلو نيئن جي پاڻي جي وڏي ٻوڏ آئي هئي. ٻوڏ جو پاڻي بچاءَ بند ڪي ٽوڙي راڏي بند تي اچي دٻاءَ وڌو هو. جيڪڏهن بند ٽٽي ها ته ضلعي لاڙڪاڻي جو وارهه تعلقو سڄو ٻڏي وڃي ها. ڀٽو صاحب روزانو هيليڪاپٽر تي اچي ٻوڏ جي ستايلن جي پرگهور لهڻ سان گڏ پاڻي جي صورتحال جو جائزو وٺندو هو ۽ بند جو معائنو ڪندو هو. هڪ ڏينهن راڏي بند ڪي روڻ پئي، سو ڀٽو صاحب پاڻ ڪوڏر ڪٽي ٻين سان گڏ ان تي مٽي وجهڻ ۾ جنبي ويو. ڀٽي صاحب سان عبدالوحيد ڪٽپر، چاڪر علي جوڻيجو ۽ ٻيا گڏ هئا. ڪٽپر صاحب وٽ انهن درخواستن جو فائيل هئو، جيڪي بيروزگارن ۽ ٻين

ضرورتمند ماڻهن اتي پٽي صاحب کي هٿو هٿ ڏنيون هيون. پر جڏهن ڪٽپر، جوڻيجي ۽ ٻين اعليٰ عملدارن پٽي صاحب کي ڪم ڪندي ڏٺو ته هو به ماڻهن کان ڪوڙريون ڦري ڪم کي لڳي ويا ۽ درخواستن وارو فائيل ڪٽپر کان پاڻي ۾ ڪري پيو. درخواستون پاڻي ۾ ترنديون پئي ويون. پٽي صاحب کان ڪل نڪري ويئي. ڪلندي چيائين ته "ڪٽپر ڪاغذ ته پاڻي ۾ لڙهي ويا" ڪٽپر وراڻيس ته "سائين ماڻهن کي ته لڙهڻ کان بچايون، ڪاغذ وري جڙي پوندا." هاڻي ماڻهن کان شهيد پٽي جون اهڙيون ڳالهيون، همدرديون، ڳرائڙيون، پنهنجائپ، پيار ۽ پاٻوهه وارا رويا ڪيئن ٿا وسرن، جن سان هو عوام جي دلين جو حڪمران بڻجي ويو. سندس اها حڪمراني اڄا تائين قائم آهي. هن جو به عوام سان اهڙو ته پيار وارو ناتو هو جو ڪيس ڪال ڪوڻڙي کان ڦاسي گهاٽ تائين به عوام نه وسريو. هن ڪال ڪوڻڙي مان پنهنجي ڌيءَ محترمه بينظير ڀٽو کي سندس سالگره جي موقعي تي تحفي ۾ جيڪو آخري تاريخي خط لکيو، ان ۾ به هن عوام کي ناهي وساريو ۽ لکيو اٿس ته. "خدا جي جنت تنهنجي ماءُ جي قدمن هيٺان آهي ۽ سياست جي جنت عوام جي قدمن هيٺان آهي" هن وقت محترمه بينظير ڀٽو اڳيان شهيد پٽي جي عوام جي خوشحالي واري مشن جي تڪميل جو ڪم اڄا هڪ للڪار بڻيل آهي. هن پيري هن ملڪ جون واڳون ان حالتن ۾ سنڀاليون، جڏهن اهو معاشي ۽ اقتصادي طور تباهه ٿي چڪو هو. هن اڳيان پرڏيهي ملڪي توڙي صوبائي سطح جا انيڪ مسئلا ڪر ڪنيو بيٺا آهن. ملڪ ۾ ناڻي جي واڌ، مهانگائي، بک ۽ بيروزگاري جا مسئلا وڏي وڻ ٿي پيا آهن. عالمي طور تي امدادون، قرض بند ۽ ملڪ کي دهشتگرد ملڪن جي لسٽ ۾ شامل ڪرڻ جو ڌمڪيون ملي رهيون آهن. مثال ڪشمير جو مسئلو نازڪ صورتحال اختيار ڪري چڪو آهي. ان صورتحال ۾ ملڪ جون واڳون سنڀالي ان کي ترقي جي راهه تي وٺي وڃڻ ڪا معمولي ڳالهه ناهي. تڏهن به محترمه بينظير ڀٽو جي حڪومت ٻن مهينن جي مختصر عرصي ۾ جيڪي ڏيهي توڙي پرڏيهي سطح تي ڪاميابيون حاصل ڪيون آهن، انهن مخالفن کي به داد ڏيڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو آهي. تازي رپورٽ موجب ڪنگال بڻيل ملڪ جا پرڏيهي متاستا واري ناڻي جا ذخيرا ٽيڻا ٿي ويا آهن. آمريڪي ۽ عالمي بئنڪ طرفان امدادون بحال ٿي ويون آهن ۽ ملڪي سطح تي روزانو وڏين وڏين ترقياتي رٿائن شروع ڪرڻ جا اعلان ٿي رهيا آهن ڀڳو سنڌ سطح تي ڪراچي جي قديم ڳوٺن کي ليز ڪرڻ ٺٽو بدين ڪوسٽل ڊيولپمينٽ اٿارٽي، ڪيٽي بندر ۽ ڪٺو

بندر جي تعمير، ڪاڇي ۽ ڪوهستان ۾ ڊيم تعمير ڪرڻ، منڇر ڍنڍ جي آبادگارن جو پراڻو مسئلو حل ڪرڻ ۽ ملير ضلعي جو قيام ٻن مهينن ۾ معمولي ڪارڪردگي ڪانهي. تنهن هوندي به عوامي مسئلن، بيروزگاري جو خاتمو، ڳوٺن ۾ بجلي ۽ پاڻي ۽ روڊن رستن جهڙيون سهوليتون پهچائڻ لاءِ انقلابي قدمن کڻڻ جي ضرورت آهي. ان کان علاوه ڪالاباغ ڊيم ۽ بهارين جي آبادڪاري جهڙن حساس مسئلن تي پڻ حڪومت کي سنيالي قدم کڻڻ جي ضرورت آهي. توقع آهي ته عوام جون جمهوري حڪومت سان لاڳاپيل اميدون ضرور پوريون ٿينديون ۽ شهيد پتي جا عوام سان ڪيل خوشحالي وارا واعدا ضرور پورا ٿيندا.

# سنڌ جا ميلا ۽ ثقافت ڪاتو

حضرت قلندر لعل شهباز جي ميلي گذرڻ کان ٺيڪ هڪ مهينو پوءِ رمضان شريف جي چوڏهين تاريخ کان وٺي ٽي ڏينهن درازا شريف ۾ حضرت سچل سرمست جو ميلو ڌام ڌوم سان ملهايو ويو. صوفي بزرگن ۽ اوليائن جي مزارن تي اهي ميلا نه رڳو سنڌ جي ثقافت جو هڪ حصو آهن پر سنڌين جي رواداري انسان دوستي ۽ اتحاد جو به اهڃاڻ آهن. جڏهن مذهبن، قومن ۽ قبيلن جي بنياد تي ماڻهو ماڻهو جو ماس کائڻ کان نه ٿو ڪيٻائي، الله جو بندو الله جي گهر ۾ به بم اڇلائي الله تعاليٰ جي حضور ۾ بيٺل ماڻهن کي رت ۾ ريٽو ڪرڻ مذهب جي خدمت سمجهي ٿو. ان حالت ۾ هر مذهب قوم ۽ قبيلي جا هزارين ماڻهو بنا ڪنهن اختلاف جي انهن مزارن تي گڏ ٿي عقيدت جو اظهار ڪن ۽ ميٺ محبت ونڊين ته اها ڪا معمولي ڳالهه نه آهي. هن وقت دنيا جو اڪيلو لٺ سردار آمريڪا اليڪٽرانڪ ميڊيا سميت سوين سهولتن هوندي ۽ ڪروڙين ڊالر خرچ ڪرڻ جي باوجود به مذهبي ڪٽرپڻي (بنياد پرستي) جي ديو کي نه جهڪائي سگهيو آهي. پر سنڌ جي انهن صوفي بزرگن کي سلام آهي، جو انهن سوين سال اڳ تنبوري جي تارن ۽ چير جي ڇمڪي سان ماڻهن کي ماڻهپي جو سبق ڏيئي، مذهبي ۽ نسلي ڪٽرپڻي جون پاڙون اکيڙي ڇڏيون. مون ڀراڙي جي ڪيترن ئي ابوجهه ماڻهن جي واتان ٻڌو آهي ته ”قلندر يا پٺائي سرڪار جي زيارت غريب جو حج آهي.“ اها ڳالهه ڪٺي شريعت جي ته ابتڙ هجي، پر انهن مسڪين ماڻهن جي شريعت ۽ طريقت سڀ انهن صوفي بزرگن جي وات ٿئي. جڏهن محفلن ۽ ڪچهرين ۾ پٺائي سرڪار جو بيت،

”روزا ۽ نمازون، يءُ پڻ چڱو ڪم

او ڪو ٻيو فهم جنهن سان پسڻ پرينءَ جو“

يا وري سچل سرمست جو ڪلام

”مذهبن ملڪ ۾ ماڻهو منجهايا.....“

پڙهيا ويندا آهن ته ماڻهن واتان ”صدق صدق“- ”بيشڪ بيشڪ“ جهڙا

لفظ نڪري ويندا آهن. هاڻي صوفي بزرگن، جي ان فلسفي سان ملان ويچاري جي شريعت ڪاٽي پچي. تازو ڪراچي جو جهونو صحافي ميان محمد زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو هڪ انگريزي اخبار جي خرچ تي قلندر جي ميلي تي فيچر لکڻ ويو. موٽي جو آيو ته همراهه جو مٿو ئي جاءِ نه هجي. هڪ هڪ صحافي کي اچ ٽائين احوال ڏيندي نه ٿو ٿڪجي ته "ياٿي مين ني وهان اور ڪڇ نهين ديڪا صرف انسانيت ديکي. وهان ڪوئي هندو، مسلمان، سنڌي، پنجابي اور مهاجر نه ٿا، بس سب انسان ٿي، سچائي ٿي اور محبت ڪا نور ٿا."

هڪ ٿي ميلي ۾ هو صوفي بزرگن مان ايترو ته متاثر ٿي موٽيو جو هاڻي ڀاڻ کي مورڳو سڏائي ئي صوفي ٿو. مون چيومانس، پڪي صوفي بڻجڻ لاءِ توکي اجا پتائي سرڪار ۽ حضرت سچل سرمست جي مزارن تي حاضري ڀرڻي پوندي. چيائين ته "ميرا دل ڪهه رها هي صحافت چوڙ ڪر ڪسي صوفي بزرگ ڪا فقير بن جائون."

حقيقت ۾ سنڌ جي صوفي بزرگن جي ڪلام ۽ ڪردار ۾ اهڙي ته ڪشش آهي، جو ماڻهو جو من ميڻ ڪري سندس سموري اجائي ارڏائي ۽ وڏائي کي اڏايو ٿي ڇڏي. ڳالهه پئي ڪئي سون ميلن جي. سو اهي ميلا صدين کان سنڌ واسين جي ڳڏيل عيد سمان ملهائبا پيا اچن. انهن ميلن ۾ ماڻهو نه رڳو عقيدت جي اظهار خاطر اچن پيا، پر اهي ماڻهن جي ميل ميلاپ، وندر ورونهن ۽ سير تفريح جو به وڏو ذريعو آهن. صاحب لوڪن جو ته جڏهن موڊ ٿئي ته ڪٽنبن سميت گورن جي ملڪن، لنڊن، نيويارڪ، پيرس ۽ بئنڪاڪ هليا وڃن ۽ عياشيون ڪري، واپسي ۾ گناهه بخشرائڻ لاءِ عمرو ڪندا. ڪسٽم بچائڻ لاءِ گرين چينل ڪان سڌو بنگلي تي پهچيو وڃن. پر غريب ماڻهو سڄو سال سخت پورهيو ڪري سوين ڏچن ۽ پريشانين کان وقتي ڇوٽڪاري خاطر اچي مرشد جي مزار تي حاضري ڀرين ۽ ميلي ۾ گهمي ڦري، سوڪڙيون پاڪڙيون وٺي ڳيچي ۾ ڳانا پائي، سڪل توتن ۽ ڦلن جون ٿيلهيون کڻي اچي ڳوٺ نڪرن.

مزي جي ڳالهه ته سچل سرمست جو ميلو وري رمضان شريف ۾ ٿو ٿئي، جنهن مهيني ۾ ڏينهن جو کائڻ پيئڻ شرعي طور گناهه آهي. پر لڳي ٿو ته هي درويش نه رڳو حياتي ۾ فروعات کان آجو ۽ آزاد رهيو پر وفات کانپوءِ به رمضان شريف سان ناهه نه ڪيائين. پلا ميلي تي ۽ مٺائي جا دڪان بند هجن ۽ ماڻهو ڪجهه به نه کائن پيئن ته اهو ميلو ڪهڙو ٿيو. جي کائن پيئن ته ٿئي

شريعت جي خلاف. اهوئي سبب آهي، جو هڪ پيري مون هڪ ملان اڳيان سچل جو شعر پڙهيو تہ همراه چڙي پيو. چئہ: مان نہ مڃان انهن دين جي مخالفن کي!!

ميلي جي حوالي سان هڪ بي ڳالهہ بہ ياد اچي ويئي تہ ذوالفقار علي ڀٽي جي حڪومت قائم ٿيڻ کانپوءِ سنڌ جي سياحت ۽ ثقافت کاتي وارن انهن بزرگن خاص طور شاهہ عبداللطيف ڀٽائي، سچل سرمست ۽ قلندر لعل شهباز جي ميلن تي ادبي ڪانفرنسون ڪوٺائڻ ۽ خاص اديبن، شاعرن ۽ صحافين کي گهرائڻ ۽ کين سرڪاري ريسٽ هائوس ۾ سرڪاري مهمان طور رهائڻ جي روايت کي زور وٺرايو.

اها روايت تہ چڱي هئي، پر ان کي ڪامورن مخصوص مڪاري تحت ايترو تہ اهم بڻايو جو سرڪاري ويجهڙائپ جا خواهشمند اديب، شاعر ۽ صحافي ويچارا دعوت لاءِ سياحت ۽ ثقافت کاتي جي آفيس جا ائين پيا چڪر ڪاٽيندا وتن، جيئن نئين سال ٺيڻ تي ٺيڪيدار سندن داخلا جي تجديد ڪرائيندا آهن. جنهن اديب کي ڪارڊ نہ مليو تہ بس پوءِ ڄڻ ڪيس اديب هجڻ جو سرٽيفڪيٽ ۽ ميلي جي راهداري نہ ملي ۽ هو بنا سرڪاري ڪارڊ ميلي تي وڃڻ پنهنجي انا جو مسئلو ۽ بيعزتي پيو سمجهندو. مون تہ ڏٺو آهي، مذڪوره کاتي طرفان ڪيترن ئي اديبن ۽ شاعرن جي ان مسئلي تي پٽڪا ڌاهہ بہ ٿي چڪي آهي، تڏهن بہ سرڪاري ڪارڊ لاءِ هر سال پيا ثقافت کاتي جي ڪامورن جا در کڙڪائيندا وتن. ڇا سرڪاري دعوت نامن تي، سرڪاري مهمان خانن ۾ وڃي ترسڻ، مقالا، مضمون، ۽ شعر پڙهڻ ۽ تقريرن جا جوهر ڏيکارڻ وڏي اديب، مها قوي ۽ بيباڪ صحافي هجڻ جا پئمانا آهن؟ جيڪڏهن ائين آهي تہ پوءِ نئين ٽهي جي اديبن ۽ شاعرن کي پاڻ مڃرائڻ لاءِ سموريون صلاحيتون سياحت ۽ ثقافت کاتي جي ڪامورن جي هٿن ڏورائڻ ۾ خدمت ڪرڻ ۾ ڪتب آڻڻ گهرجن. خبر ناهي تہ اسان جي بزرگ شاعرن شاهہ، سچل، سامي ڪهڙن ڪامورن جي راضپي ڪانپوءِ عظيم شاعر هجڻ جو سرٽيفڪيٽ حاصل ڪيو هو؟ اها بہ سيني اديبن، شاعرن، فنڪارن ۽ صحافين کي چڱيءَ ريت خبر آهي تہ سياحت ۽ ثقافت کاتي وارا بزرگن جي ميلن تي اهڙا بہ چار ميڙاڪا ۽ ثقافتي پروگرام رکڻو قومي ناٽي جو خانو خراب ۽ سندن پيٽ پرڻ لاءِ ڪن ٿا، بلڪ مذڪوره کاتي جو نالو ئي سياحت ثقافت کاتي مان ڦري "گذر سفر" وارو کاتو بڻجي ويو آهي. تڏهن بہ هنن جي ميزباني لاءِ دوست الائي ڇو آتا ٿا لڳن. مقصد صوفي بزرگن سان عقيدت جو

اظهار ڪرڻ، سندن پيغام ڪي عوام تائين پهچائڻ آهي ته پوءِ منهنجي خيال ۾ ميلن تي موجود عوام سان رلي ملي جنهن نموني سان مقصد حاصل ڪري سگهجي ٿو، اهو سرڪاري مهمان بڻجڻ سان نه ٿو ٿي سگهي. سنڌي ادبي سنگت جي مرڪزي اڳواڻن ڪي گذارش آهي ته اهي اديبن، شاعرن ۽ سگهڙن ڪي پاڙيتو بنائڻ واري ان روايت جي خاتمي لاءِ اڳتي وڌن ۽ ميلن تي ادبي ميڙاڪن، مشاعرن ۽ راڳ رهاڻ جي محفلن جو منظم نموني بندوبست ڪري، ان سرڪاري ٽيپي بازي واري روايت جو انت آڻين ته جيئن اسان جي بزرگن جي روح ڪي به راحت اچي ۽ صحتمند روايت جنم وٺي سگهي.

# ڪل مذهبي ڪانفرنس

انسان جي ازل کان وٺي دعويٰ آهي ته هو عقل ۽ علم، سوڃهن ۽ سوچ جي لحاظ کان ڪائنات جي سموري مخلوق کان اعليٰ ۽ اتم آهي. دنيا جا سمورا انسان ان دعويٰ تي متفق آهن پر اڃا تائين اهو طئي نه ڪري سگهيا آهن ته انسانن ۾ ڪهڙي نسل ۽ مذهب وارا انسان اعليٰ ۽ اتم آهن. هن وقت تائين ڌرتيءَ تي نسل يا مذهب جي بنياد تي جيترو انسان، انسان جو رت وهايو آهي، اوترو ٻي ڪنهن به مخلوق انسان جو رت ناهي وهايو. هر مذهب جي پوئلڳن جي دعويٰ آهي ته هو سچا آهن ۽ دنيا تي دائمي امن ۽ آشتي قائم ڪرڻ لاءِ سندن مذهب جو پڪڙي وڃڻ ضروري آهي. پر ڏٺو وڃي ته ان مقصد لاءِ تبليغ کان وڌيڪ تلوار کان ڪم ورتو ويو آهي. بيشمار انسانن جي حياتين جي قربانين ڪانپوءِ به اهو فيصلو نه ٿي سگهيو آهي ته ڪير سچو ۽ ڪير غلط آهي ۽ نه وري ان معاملي جي نبيري جي ڪا اميد نظر اچي ٿي. تازو هڪ خبر نظر مان گذري ته "دهلي ۾ ڪل مذهبي ڪانفرنس ٿي، جنهن ۾ ۵۰ کان وڌيڪ ملڪن جا مختلف مذهبن سان تعلق رکندڙ عالم سڳورا شريڪ ٿيا، جن عالمي مذهبي ڀائيچاري وڌائڻ لاءِ خيال ونديا ۽ دنيا ۾ امن جي قيام لاءِ غور ويچار ڪيو. مذهبي ڪانفرنس ۾ مسلمان علماءَ، هندو سوامي سنت، عيسائي بشپ، يهودي ربي ۽ ٻڌ ڀڪشو شريڪ ٿيا- خبر موجب اها ستين ساليانو ڪل مذهبي ڪانفرنس هئي. مون کي اها خبر سڄي دنيا جي انسانن لاءِ اُميد جي ڪرڻي مثل لڳي ته من عالم سڳورا مذهبي ڀائيچارو قائم ڪري سگهن ۽ دنيا ۾ امن جي قيام لاءِ ڪو حل ڳولي، مذهبي بنيادن تي ٿيندڙ رتوڇاڻ بند ڪرائي سگهن. حقيقت ۾ ظلم ۽ ڏاڍ، برائي ۽ بدمعاشي ڪنهن به مذهب ۾ جائز ڪونهي. هر مذهب ماڻهو کي ماڻهو بڻجڻ لاءِ چوي ٿو ۽ هر مذهب سان تعلق رکندڙ ماڻهن وچ ۾ "انسانيت" جو سڀ کان سگهارو ناتو ۽ رشتو موجود آهي پوءِ به هر مذهب ۾ هڪ مفادپرست ۽ تنگ نظر گروهه ضرور ٿئي ٿو، جيڪو مذهب کي سندس گروهي مفادن ۽ حڪمرانن جي مذموم مقصدن لاءِ استعمال ڪري ٿو. اهو گروهه خدا جي ڌرتيءَ تي هم خيالن ۽ هم فڪر ماڻهن کانسواءِ ٻين کي فضول سمجهندي سندن رت وهائڻ کي عبادت سمجهي ٿو. اهو گروهه ايترو ته تنگ نظر ٿئي ٿو، جو ٻين مذهبن وارا ته

پري پر وٽن سندن ئي مذهب جي ٻين فرقن کي برداشت ڪرڻ جي قوت نہ ٿي ٿئي. ايتريقدر جو پنهنجي فرقي کي بہ "عبادتگذار" ۽ گمراهہ" ٽولن ۾ تقسيم ڪري هڪ کي "جنتي"، ٻئي ٽولي کي "جهنمي" هجڻ جو سرٽيفڪيٽ جاري ڪريو ڇڏي.

منهنجي راءِ آهي تہ مذهبي رواداريءَ ۽ اهڙي مذهبي ڪٽرپڻي جي خاتمي لاءِ نہ رڳو هر ملڪ ۾ اهڙيون ڪل مذهبي ڪانفرنسون ٿيڻ گهرجن پر هو ملڪ ۾ "ڪل فرقہ ڪانفرنسون" پڻ ٿيڻ گهرجن، جيئن هڪٻئي کي برداشت ڪرڻ ۽ سهپ جو جذبو پيدا ٿي سگهي. ڪافي وقت کان هڪ فرقي وارن طرفان ٻين خلاف پتين، ريل گاڏين جي بوگين ۽ بسن جي سيٽن تي ڪافر ڪافر..... ڪافر. پڙهڻ ۾ ايندو هو، پر اڄ ڪلهہ اخبارن ۾ "ذڪري" فرقي خلاف تہ ڪلم ڪلا مطالبا ڪيا پيا وڃن تہ کين ڪافر قرار ڏنو وڃي ۽ محترمہ بينظير ڀٽو تي دٻاءُ وڌو پيو وڃي تہ کين سرڪاري طور ڪافر قرار ڏنو وڃي. شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جي دور ۾ بہ قادياني کي ڪافر قرار ڏيڻ جو ڪارنامو سرانجام ڏنو ويو هو. جيڪڏهن ڪافر قرار ڏيڻ جو اهو سلسلو جاري رهيو تہ پاڻ واري اسلامي ملڪ ۾ ٧٢ کان بہ وڌيڪ رهندڙ فرقن مان باقي وڃي آڱرين تي ڳڻڻ جيترا سچا مسلمان بچندا. هونئن بہ ڪنهن کي ڪافر قرار ڏيڻ حڪومت جي سربراهہ جي ذميواري تہ نہ آهي. هو مذهبي علم "فقہ" جي لحاظ کان سند وٺي "مفتي" يافقيهہ" بڻجي پوءِ تہ حڪمران نہ ٿو بڻجي جو ڪنهن کي ڪافر قرار ڏيئي ڇڏي.

هن گهڻ فرقہ اسلامي ملڪ ۾ اڳ ئي هڪ فرقي طرفان ٻئي فرقي جي عبادتگاهن ۽ مسجدن تي حملن جو سلسلو جاري آهي. ان حالت ۾ وڏي سهپ ۽ مذهبي رواداري جي ضرورت آهي، ائين نہ ٿئي جو ڪنهن فرقي جي ڪٽر گروهہ جي دٻاءُ ۾ اچي ڪنهن کي ڪفر جو سرٽيفڪيٽ جاري ڪيو وڃي. فرقا رڳو اسلام ۾ نہ پر عيسائي، هندو ۽ ٻين مذهبن ۾ بہ آهن. انهن فرقن وچ ۾ بہ وڏي ڇڪتاڻ موجود آهي. هندستان ۾ هندو ۽ سک هڪ ٻئي جي خون جا پياسا آهن. اوير جي ملڪن ۾ ڪيٿولڪ ۽ پروٽيسٽنٽ عيسائي فرقا هڪ ٻئي خلاف ڪات کهاڙا کنيو بيٺا آهن. پر انهن ملڪن ۾ حڪومتي سطح تي ڪنهن فرقي کي مذهب کان ڪڍڻ واري سزا ناهي ڏني ويئي. ها باقي حدن اندر رهي ڪري تبليغ" پرچار ڪرڻ جو سيني کي حق هجڻ گهرجي. سيني کان وڌيڪ ضرورت ان ڳالهہ جي آهي تہ سيني فرقن جا عالم سڳورا پاڻ ۾ سهپ ۽ قوت برداشت پيدا ڪن. سماج ۾ مذهبي رواداري پيدا ڪرڻ لاءِ ڪل فرقہ اسلامي ڪانفرنس" ڪوٺائي سڪون سان جيئڻ جي راهہ ڳولي ڪڍن، جيئن هر مذهب جا ماڻهو پنهنجي عبادتگاهن ۾ بي فڪر ٿي مالڪ حقيقي جي حضور ۾ سجدو ادا ڪري سگهن.

# بيروزگاري

"بيروزگاري" لفظ اسان وٽ ايترو تہ عام ٿي ويو آهي جو اهو پنهنجي معنيٰ ۽ مفهوم ئي وڃائي ويٺو آهي. جڏهن سماج ۾ اڻبرابري ۽ ناانصافي جون پاڙون پختيون ٿي وڃن، ڏاڍايون ۽ ارهہ زوريون حدون اورانگهي چڏين تہ "لفظ" ۽ "رشتا" پنهنجي معنيٰ ۽ اهميت وڃائي ويهندا آهن. اعليٰ آدرشن ۽ انساني قدرن جو ڏکار اچي ويندو آهي، ماڻهو کي پرکڻ جا پئمانا بدلجي ويندا آهن، بين جي مجبوري، محرومي ۽ مايوسي جو احساس ۽ جذبن جو احترام رڳو رسالن، ڪتابن بيانن ۽ عنوانن تائين محدود ٿي ويندو آهي ۽ ماڻهو اجتماعي ڀلي لاءِ سوچڻ بجاءِ ذاتي خوشحالي لاءِ بانبڙا پائڻ شروع ڪري ڏيندو آهي. ورهاڱي کان وٺي ملڪ تي ڪارين مارشلائن ۽ سول نوڪرشاهي جي ٻگهين حڪمرانين جي نتيجي ۾ پاڻ وٽ بہ اهڙو سماج وجود ۾ اچي چڪو آهي، جتي لفظ پنهنجي حرمت وڃائي ويٺا آهن. اهڙين حالتن ۾ اهڙي معاشري جو وجود ۾ اچڻ ڪا ڇرڪائيندڙ ڳالهہ نہ آهي پر ڇرڪائيندڙ ۽ ڏکوئيندڙ حقيقت اها آهي تہ عوامي راڄ قائم ٿيڻ کان پوءِ بہ جابراڻي ۽ آمراڻي دور جي قائم ٿيل "نوڪرين تي بندش" "اقرباپروري" ۽ "سياسي انتقام بازي" جهڙين ڪر پائتين روايتن جو موت نظر نہ ٿو اچي. اڄ بہ ڀرتين تي بندش سبب پڙهيل لکيل بي پهچ نوجوان اهڙي تہ عذابن واري زندگي گهارڻ تي مجبور آهي، جهڙي ضياء يا نواز سرڪار جي دور ۾ گذاريندو هو. بيروزگار ماڻهو جي پيڙاءُ کي فقط اهوئي ماڻهو سمجهي سگهي ٿو، جيڪو پاڻ بہ بيروزگاري جي گهاڻي ۾ پيڙيو هجي. مان هن ڪالم ۾ روشنين جي شهر ڪراچي ۾ ماني کپي لاءِ هوٽلن اڳيان قطارن ۾ بيٺلن، ڪنهن پير جي درگاهہ تي لنگر لاءِ واجهائيندڙن، ڦٽ پاٿ، بسن ۽ بازارن ۾ پني پنهنجي ۽ پنهنجن ٻچن جو پيٽ پالڻ وارن هزارين ماڻهن تي لکڻ بجاءِ اڄ انهن سفيد پوش تعليم يافتہ ٻڪايلن جي ڳالهہ ٿو ڪريان، جن جي اندر جو ماڻهو اجا مئو ڪونهي. جيڪي ٻئي اڳيان هٿ ٽنگڻ يا ٻئي جي پيٽ ۾ ڇرو هڻي پيٽ ڀرڻ بجاءِ ويلا ڪاٽڻ کي ترجيح ڏين ٿا، جن جو عزت نفس اجا جيئرو آهي ۽ عزت سان جيئڻ لاءِ جاکوڙ ڪري رهيا آهن. پر حالتون کين بي موت مرڻ ۽ سندن صلاحيتن جو گل ٽڙڻ کان اڳ مرجهائڻ تي

مجبور ڪري رهيون آهن.

ڪنهن سڌريل ملڪ جي ماڻهن تہ پرتين تي بندش جهڙو اصطلاح ٻڌو ئي نہ هوندو. بلڪہ ترقي يافتہ ملڪن ۾ بيروزگارن کي بيروزگاري واري عرصي دوران بيروزگاري الائونس ڏنو ويندو آهي. جيئن هو روزگار حاصل ڪرڻ تائين پيٽ پالڻ لاءِ غلط طريقا استعمال نہ ڪن. پر هت هر حڪومت ۾ پرتين تي بندش ائين ئي لڳائي وڃي، جيئن معمولي گوڙ تي ضلعي مئجسٽريٽ قلم ۱۴۴ لاڳو ڪري ڇڏيندا آهن. آخرڪار پرتين تي بندش پاڪستان جي آئين جي ڪهڙي فقري ۾ جائز آهي؟ بيروزگارن کي روزگار کان وانجهيل رکڻ دنيا جي ڪهڙي قانون جي ڪتاب ۾ جائز آهي. افسوس جو جمهوري حڪومت بہ اهي نخسا پئي استعمال ڪري جيڪي اڳوڻين آمراڻي حڪومتن جا پسنديده حربا هئا. سالن کان روزگار جو اوسيئڙو ڪندڙ نوجوانن کي اميدون هيون تہ موجوده جمهوري حڪومت، نئين سال شروع ٿيڻ سان سيني ڪاتن ۾ پرتين تان بندش هٽائي، اهليت جي بنياد تي نوڪريون ڏيندي پر ۱۹۹۴ع جي سج اڀرڻ سان بہ سندن مايوسين جو انت نہ ٿيو. هڪڙي ڳالهہ سا نظر آئي تہ اڳوڻي نواز حڪومت ۾ لاٽل پ پ دور جي پرتي ڪيل ماڻهن کي ٻيهر بحال ڪيو پيو وڃي ۽ انهن ۱۲ ڊي ايس پين، ۱۹ اسسٽنٽ ڪمشنرن، سوين ايف آءِ اي انسپيڪٽرن ۽ ڪسٽم آفيسرن کي بحال ڪيو ويو آهي، جن کي اڳوڻي پ پ دور ۾ پليسمينٽ بيورو ذريعي خاص نوازشن سان نوازيو ويو هو. انهن جي بحالي ۾ مان تہ ارهو ناهيان، پر ان حقيقت کان انڪار ڪرڻ بہ محال آهي تہ ان عمل سان اقربا پروري واري روايت جون پاڙون وڌيڪ پختيون ٿينديون. ميرٽ، اهليت، محنت ۽ چاپيٽي جي بجاءِ شارٽ ڪٽ ۽ سفارش جهڙا لاڙا جنم وٺندا ۽ حڪومت جون تعليمي معيار کي سڌارڻ ۽ اهليت جي بنياد تي روزگار ڏيڻ واريون دعوائون رڳو اخبارن تائين رهجي وينديون. چيو وڃي ٿو تہ انهن ۱۷ هين گريڊ ۾ سڌي پرتي ٿيلن کي ڇهن مهينن تائين سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جو امتحان پاس ڪرڻو پوندو! پلا اهي صاحب اهڙا ذهين هئا تہ گذريل ٽن سالن تائين ڪميشن جو امتحان پاس ڪري ڇو نہ سگهيا؟ يا ڪائن اڳ ۾ ڪميشن جو امتحان وٺڻ جو بندوبست ڇو نہ ڪيو ويو؟ تازو لياقت ميموريل لائبريري وڃڻ ٿيو، جتي ڪجهہ وقت اڳ ڪميشن جي تياري لاءِ ايترا تہ شاگرد ايندا هئا جو ويهڻ جي گنجائش بہ نہ هوندي هئي. اتي ڪافي ڪرسيون خالي ڏٺم. هڪ شاگرد کان پڇيم: پلا دوستن ۾ مطالع جو شوق گهٽجي ويو آهي

چا؟ ڏاڍي نراسائي مان ورندي ڏنائين تہ سائين جيڪر پڙهڻ ۾ لائبريرين ۾ مٿي ماري ڪرڻ بجاءِ شاگرد سياست ڪريون ها تہ شايد هن وقت تائين آفيسر لڳا وينا هجون ها. جڏهن ڪان سياسي بنيادن تي پرتي ٿيل ڊي ايس پين ۾ اسسٽنٽ ڪمشنرن جي ڪيپ بحال ٿي آهي، تڏهن ڪان سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جي مقابلي واري امتحان لاءِ تياري ڪندڙ دوستن لائبريري اچڻ ڇڏي ڏنو آهي! مون ڪي ان وقت شاگرد سياست تي ملڪ جي اعليٰ عدالت جو بندش وجهڻ وارو فيصلو ۽ نگران حڪومت جي وزيراعظم معين قريشي جو اعلان، جنهن ۾ هن چيو هو تہ پنجين اسڪيل ڪان مٿي واريون سموريون جايون ڪميشن جي امتحان ذريعي پريون وينديون، ڪوڪلا اعلان لڳا. مون نوجوان دوست ڪي چيو تہ ياءُ مايوس نہ ٿيو. پاڻ ان طبقي سان واسطو رکون ٿا، جن لاءِ قانون جڙن ٿا ۽ قانون تي عمل ڪرائڻ لاءِ قانون جا رکوالا مقرر ٿين ٿا. پاڻ لاءِ بندشون لڳن ٿيون، بندش لهڻ جا انتظار ڪرڻا پون ٿا ۽ وڪ وڪ تي امتحان ڏيڻا پون ٿا. ها پاڻ ڪي عدالتن توڙي وقت جي حڪمرانن جا فيصلا نہ چاهيندي بہ مڃڻا پوندا. باقي محنت ڪي ناهي ڇڏڻو. محنت زنده آباد. ڏٺي سائين وٽ دير آهي، پر اندير ڪونهي!!

# شهيد ڀُٽي جو ڪيس

شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جي پندرهين ورسيءَ ڪانپوءِ انهيءَ بحث سنجيدو رخ اختيار ڪري ورتو آهي ته "ڀٽي صاحب جو ڪيس ٻيهر هلائي، تاريخ سان ٿيل هٿ چراند کي درست ڪجي." تازو پاڪستان ٽيليويزن تان معروف دانشور ۽ سپريم ڪورٽ جي رٽائرڊ چيف جسٽس دُراب پٽيل جي انٽرويو ۽ ڪراچيءَ ۾ صحافين جي اڳيان سپريم ڪورٽ جي موجوده چيف جسٽس ڊاڪٽر نسيم حسن شاهه جي چيل انهيءَ ڳالهه ڪانپوءِ، ته "جيڪڏهن وڪيل محنت ڪن ته ڀٽو ڪيس ٻيهر کلي سگهي ٿو." هاڻي ان جو ڪوبه اخلاقي جواز باقي نه رهيو آهي ته ڀٽي صاحب جو ڪيس ٻيهر هلائي سچ جو مان مٿاهون ڪجي. هونئن به سچ کي قدرت جي طرفان هڪ نرالي. سگهه عطا ٿيل آهي ۽ سچ هميشه لڪين رنڊڪن هوندي به نروار ٿيندو آهي!

ملڪ جي اعليٰ ترين عدالت جي ستن مان چئن ججن ذوالفقار علي ڀٽي کي موت جي سزا ٻڌائي هئي. انهيءَ سزا کي "غلط" سڏڻ عدالت سڀوريءَ جي توهين ۽ سزا جوڳو ڏوهه هو. پر عوام ان فيصلي سان ان وقت کان وٺي علي الاعلان اختلاف ڪيو هو. "عدالت جي فيصلي" ۽ "عوام جي فيصلي" ۾ اهو ٽڪر پندرهن سالن کان هلندو پيو اچي ۽ ان جو منطقي نتيجو ضرور نڪرڻو آهي. جيڪڏهن اڄ ان ڪيس کي ٻيهر نه ٿو هلايو وڃي ته شايد اهو ٽڪراءُ اڃا به شدت اختيار ڪري وڃي ۽ عدالتن جا فيصلا عوام ۾ ويساهه وڃائي ويهن.

اهو سچ آهي ته وقت "وڏو منصف" ۽ عوامي عدالت تمام سگهاري" آهي. عوامي عدالت جو فيصلو اخلاقي سوڀ ماڻي چڪو آهي. ڪاڏي ويو اهو پنڊي جيل، جتي شهيد ڀٽي کي ڪال ڪوٺڙيءَ ۾ بند ڪيو ويو هو؟ ڪاڏي ويئي اها صليب، جنهن تي ڪيس لٽڪايو ويو هو؟ ڪاڏي ويو اهو موذي آمر جنهن "ڪرائي جي مورخن" هٿان تاريخ کي مسخ ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي هئي!

شهيد ڀٽي جي ورسيءَ جي سلسلي ۾ تازو پي ٽي وي جي لاهور سينٽر تان "ميلہ جمهور" نشر ڪيو ويو. جڏهن عوام جي اَجهل سمنڊ مان "جيئي ڀٽو"

جا نعرا چولين جيان اُٿي ۽ اُپڙي رهيا هئا. تڏهن منهنجي اکين اڳيان عدالت جو فيصلو تري آيو. ذهن ۾ سوال اڀريو ته عوام "انصاف ڏٺين" جو فيصلو ڇو نه ٿو مڃي؟ پر اتي رٽائرڊ جسٽس مولوي مشتاق جو جنازي وارو منظر به اڳيان ڦري آيو: "جنازي تي ماکيءَ جي مکين جو حملو"، ڪانڌي جنازو ڇڏي ڀڄي ويا"- (خبر) وات مان بي اختيار استغفار نڪري ويو ۽ شهيد ڀٽي جا جملا ياد اچي ويا:

"منهنجا رب! تون ڄاڻين ٿو ته مان بي ڏوهي آهيان."

هن "ضمير جي قيدي" ۽ دلير انسان" ۾ ايتري اخلاقي جرئت ضرور هئي ته جيڪڏهن ڏوهي هجي ها ته پنهنجو ڏوهه قبول ڪري ها ۽ رب تعاليٰ کان معافي گهري ها."

ائين تاريخ واري "جنگ" اخبار ۾ اڳوڻي وزيراعظم ميان نواز شريف جي تقرير لڪندڙ پاڙيتو ليکڪ مجيب الرحمٰن شاميءَ جو ڪالم نظر مان گذريو. هن ڪي رٽائرڊ جسٽس دراب پٽيل جي ٽي ويءَ واري انٽرويو تي ڏاڍي مئيان لڳل محسوس ٿي. لکيو هئائين ته "جڏهن جسٽس دراب پٽيل فيصلو لکي ڇڏيو آهي ته ٻڙڪ ٻاهر ڇو ٿو ڪڍي. شاميءَ کي رٽائرڊ جسٽس دراب پٽيل جو ٽي ويءَ تان چيل سچ ڏاڍو ڪوڙو لڳو. جسٽس دراب پٽيل پاڪستان جي انساني حقن واري ڪميشن جو چيئرمن رهيو آهي ۽ پنهنجي سچائي ۽ بيباڪيءَ جي ڪري ملڪ ۾ وڏي ساک ۽ احترام جو مالڪ آهي.

خبر ناهي ته شاميءَ صاحب لاءِ اهڙي ماڻهوءَ جي ڳالهه ٻولهه "بدهضميءَ" جو سبب ڇو بڻي. ڪيس چيف جسٽس ڊاڪٽر نسيم حسن شاهه جي ڪيس ٻيهر کولڻ واري ڳالهه تي به "ڪئيون اوڳرايون" ضرور آيون هونديون. پر شاميءَ صاحب! توهان ڪنهن ڪنهن کي خاموش ڪندو؟ اصل ۾ نمڪ حلاليءَ جي تقاضا پٽاندر شاميءَ نمڪ ملهايو آهي، پر ڪيس خبر هجڻ کپي ته "سچ کي ڪاري هيٺان" نه ٿو لڪائي سگهجي! وقت جي تقاضا آهي ته ڀٽي جو ڪيس ٻيهر هلايو وڃي. موجوده پ پ حڪومت ۽ سچ جي ساٿاري وڪيلن تي فرض ٿو بڻجي ته اهي محنت ڪري ڪيس کي ٻيهر کولرائي ملڪي تواريخ جي وڏي ۾ وڏي غلطي کي درست ڪرائين.

# سنڌ ۾ نفرت ڪٿان آئي؟

اسان جي سومر ١٦ مئي واري اخبار جي ليڊ هئي ته "مذهبي ۽ نسلي نفرتن جا جذبا هندستان مان آيا آهن". سچي خبر پڙهڻ کان اڳ مون سمجهيو ته اڄ پاڻ وارن سائين سنڌ جي ڪنهن بزرگ قوم پرست جي بيان کي ليڊ ڪيو آهي. پر تفصيل پڙهڻ کانپوءِ ڏڦو پيو ته اهو انڪشاف بلوچستان جي سياستدان، سينيٽر منظور گچڪيءَ سينيٽ ۾ سنڌ جي حالتن جي حوالي سان ڳالهائيندي ڪيو آهي. نه رڳوا يترو پر هن اهو به چيو ته، "اردو ڳالهائيندڙن پارت مان لڏي اچڻ کانپوءِ وڏن انتظامي عهدن تي قبضو ڪري ورتو ۽ سماج جي ٻين طبقن جو استحصال ڪيائون".

منظور گچڪي خوشقسمتيءَ سان سنڌ جو قوم پرست سياستدان ناهي، تهنڪري ڪيس حق آهي ته هو پنهنجي من جي ڳالهه جيئن ۽ جتي وڻيس اتي چئي ڏيئي. ساڳي ڳالهه چوڻ جي ڏوهه ۾ سنڌي قوم پرست سياستدان ته اڃا تائين پيا جيلن جون سختيون سهن ۽ ٽيپون کائين! چوندا آهن ته "پُلي پُلي پاڻ آئي، سا به نه پُلي". ٺيڪ آهي. اڌي صديءَ کن کانپوءِ ئي سهي، پر گهٽ ۾ گهٽ بلوچ ڀائرن کي ڳالهه ته سمجهه ۾ آئي ته "شاهه، سچل ۽ ساميءَ جي هن ديس ۾ نفرت ڪٿان آئي ۽ ڪنهن آندي. ڦريو ڪنهن ۽ ڦريا ڪير؟" منظور گچڪي صاحب پنهنجي تحقيق جو دائرو جيڪڏهن ٿورڙو اڃا وسيع ڪري ته جيڪر مٿس ٻيا انڪشاف به ٿي پون ته هندستان مان "نفرت" جهڙي وبا کان سواءِ سنڌ ۾ ٻين به اهڙين موتمار وبائن پکڙڻ جو سلسلو جاري آهي. تازو هندستان جي راجستان جي علائقي مان ماڪڙ جي يلغار ٿي، جنهن ٿر جي فصلن کي ناس ڪري ٿر کي برباد ڪري ڇڏيو ۽ ٿر ڏڪار جي لپيٽ ۾ اچي ويو. وري به ڌڻي ڀلو ڪري پاڪستان جي فوج سڳوريءَ جو، جنهن ماڪڙ کي منهن ڏنو. نه ته خبر ناهي مڪڙ ته ٿر کان پوءِ بيراج واري علائقي سان به الائجي ڪهڙي حالت ڪن ها.

اڃا ماڪڙ ناس نه ٿي ته اوچتو ٻي بيماريءَ پوليو جي جراثيمن منهن ڪڍيو. نيٺ سرڪار سڳوريءَ کي خيال آيو ۽ سڄي قوم کي منٿ ميڙ ڪري پوليو

جي جيوڙن جي خاتمي لاءِ مهم هلائي ۽ ٻارڙن کي پوليو جا ڦڙا پياري ان موذي مرض کان بچاءَ لاءِ اُپاءَ ورتا. خبر ناهي ته صحت کاتي وارن ٻارڙن کي پوليو جي اصلي دوا جا ڦڙا پياريا، يا لاڙڪاڻي جي سرڪاري اسپتالن وانگر پاڻيءَ جا قطرا پياريا! لاڙڪاڻي جي سرڪاري اسپتالن جو ذڪر اچي ويو آهي، سو مٿان ڪٿي ڊاڪٽر سڳورا ڪاوڙجي پون، تنهن ڪري وضاحت ڪندو هلان ته لاڙڪاڻي جي سرڪاري اسپتالن جي ايم ايس صاحب کان وٺي، سيني پروفيسرن، فزيشنن، سرجنن ۽ پيٿالاجسٽن ڊزن کن خانگي ميڊيڪل سينٽر ۽ ليبارٽريون قائم ڪري ورتيون آهن. سو سرڪاري اسپتالن جي بسترن تي اڄ ڪلهه رات جو اسپتال جا ٻلا آرام ڪرڻ فرمائيندا آهن. پاڻيءَ وارين سين ۽ نشي جي دوا بنا آپريشن جي ڊپ کان، جن مريضن کي جيئڻ جي ٿوري گهڻي آس هوندي آهي، سي خانگي طبي مرڪزن ۾ علاج ڪرائيندا آهن. باقي ٽيسٽون ته سنڌ جي ڪنهن به سرڪاري ليباريٽريءَ ۾ نه ٿيون ٿين ته لاڙڪاڻي وارن ڪهڙو ڏوهه ڪيو.

ڳالهه پئي ڪئي سون هندستاني بيمارين جي. تازو انڪشاف ٿيو آهي ته ٿر ۽ لاڙ جي ڏاڪڻين حصي کان هندستان جي سرحد ٽپي هڪ ٽين خطرناڪ آفت "بهارين" جي صورت ۾ پئي اچي. سابه نفرت جي جديد هٿيار سان ليس.

روزانو ڪيترائي نفرت جا واپاري سنڌ ۾ داخل ٿين ٿا. اهڙا خطرناڪ واپاري، جيڪي سرحد جي سنيالينڊڙن جي اکين تي به پٽي ڏيئي پهچي ٿا وڃن. اسان جي سرڪار سڳوري ان عمل کان باخبر هوندي به خاموش آهي ۽ ان خطرناڪ بيماريءَ کان بچاءَ لاءِ بروقت اپاءَ نه ٿو ورتو وڃي.

خير اسان جي سرڪار سڳوري جاڳندي ضرور، پر جڏهن. "چٽنگ مان دکي باهه پڙڪو ڪائي"! ماڪڙ فصل تباهه ڪري چڏيا- ٿر جي ساوڪ ختم ٿي ويئي ۽ ٿري لنگهڻ ڪاٽڻ لڳا ته چا ٿي پيو! نيٺ ته سرڪار سڳوري حرڪت ۾ آئي نه.....!! پوليو جي بيماريءَ ۾ ڪيترائي ٻار اپاهج ٿي ويا ۽ هزارين مائرن جون جهوليون خالي ٿي ويون! تڏهن به هن سال ئي سهي پر سرڪار سڳوريءَ کي خيال ته آيو. ۴۶ سال اڳ ڀارت مان "نفرت" جو طوفان آيو. جنهن هن امن واري ڌرتيءَ کي رت ۾ ريتو ڪيو. دير لڳي پر نيٺ ته سرڪار سڳوري جاڳي. پيو نه تڏهن به "نفرت" جو ٻڻ بنياد ۽ نفرت جي واپارين جو تعين ته ٿيو ۽ پهريون ڀيرو پاڪستان جي تاريخ ۾ فوج سڳوري ۽ نفرت جي واپارين وچ ۾ سڌو سنئون ٽڪر ٿيو. اصولي طور تي ته معاملو اتي ختم ٿيڻ نه گهرجي. گهٽ ۾ گهٽ هاڻ ته نفرت جي واپارين جي پاڙ پٽجڻ گهرجي ۽ محبت جي امينن جا زنجير ڪلڻ گهرجن!

# سگا ۽ سنڌ سرڪار

٢٨ هين جنوري ١٩٩٣ع تي سڄي سنڌ ۾ سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن جي پنجاهه کان مٿي برانچن جون چونڊون ٿي گذريون. چونڊون ڪهڙيون به هجن، پوءِ ڪٿي ملڪ جون هجن يا مڪاني ادارن جون، پورهيتن ۽ ملازمن جي يونين جون هجن يا شاگردن ۽ برادرين جي تنظيمن جون. سياسي پارٽين جون هجن يا سماجي تنظيمن جون. انهن ۾ هڪ پنهنجي ڪشش ٿئي ٿي، جيڪا اميدوارن توڙي سندن ڪارڪنن جي ننڊ ڦٽايو ڇڏي ۽ انهن کي چونڊ واري ڏينهن جي اوسيئڙي ڪرڻ تي مجبور ڪريو ڇڏي. سگا جي برانچن جون چونڊون به جمهوري طريقي سان هر ٻئي سال ٿينديون رهن ٿيون. اها ٻي ڳالهه آهي ته ڪجهه برانچن جا عهديدار اتفاق راءِ سان چونڊيا وڃن ٿا. سگا ڪراچي برانچ، جنهن کي سگا جي باني برانچ هجڻ جو اعزاز حاصل آهي، جا ڪجهه عهديدار بنا مقابلي چونڊجي به وڃن پر تڏهن به ان جي مالياتي ڪميٽي جي ميمبرن وچ ۾ چونڊون ٿيڻ اٽر هونديون آهن. هن سال مالياتي ڪاميٽي جي ميمبرن کان سواءِ نائب صدر ۽ خزانچي جي عهدن تي به سخت مقابلو هو. سو گذريل جمعي جي ڏينهن سگا جي مرڪزي آفيس رمپا پلازه جي نائين ماڙ تي چونڊن جو وڏو ڇهڇٽو ڏسڻ ۾ آيو. ١٩٧٢ع ۾ سنڌ جي ڪجهه سڄاڻ ۽ باشعور گريجويٽ نوجوانن سماجي خدمتن جو سفر شروع ڪيو هو، جن جي مستقل جدوجهد ۽ سچائي جي نتيجي ۾ اڄ سگا جو نالو اعتماد جو نشان ۽ سگهارو حوالو بڻجي چڪو آهي، جنهن تي نه رڳو ڏيهي سطح تي ماڻهو ڀروسو ڪن ٿا پر عالمي مالياتي ۽ سماجي ادارا به اعتماد ڪري پنهنجا پراجيڪٽ سگا کي سونپين ٿا. اهوئي سبب هو جو چونڊ واري ڏينهن موجود سگا جي سرواڻن محترم ڊاڪٽر سليمان شيخ ۽ محترم بخش علي لاکي جي چهرن تي مرڪ ۽ اطمينان ٿي بکيو. ١٩٧٢ع ۾ سگا جوڙڻ وقت ته هو يقينن ڳڀرو جوان هوندا. ٢٢ سالن جو ڊگهو عرصو سندن طبعي عمر ۽ ڏيک ويک تي ته اثرانداز ضرور ٿيو آهي، پر سندن خدمتن جو جذبو، عزم جي پختگي ۽ سچائي ۽ سوڀ ۾ يقين اڃا جوان ۽ اڳ کان اڳرو ٿي لڳو. هن وقت سگا جي خدمتن جو دائرو رڳو سنڌ تائين محدود ناهي رهيو، پر ملڪ جي راڄڌاني واري شهر اسلام

آباد تائين ڦهلجي چڪو آهي. سگا ٻين مختلف شعبن کان سواءِ صحت ۽ تعليم جي ميدان ۾ منظم نموني عملي خدمتون سرانجام ڏيئي پاڻ کي نہ رڳو سنڌ پر ملڪ جي بهترين غيرسرڪاري تنظيم (N.G.O) طور مڃرائي ورتو آهي. سگا جنهن جي هر برانچ وٽ سماجي خدمت جي جذبي سان سرشار گريجويٽ نوجوانن جي ٽرينڊ ٽيم موجود آهي، اها جمعا ڪلينڪن ۽ روشن تارا اسڪولن جي ڪاميابي ڪانپوءِ اها دعوا ڪري سگهي ٿي تہ هي تنظيم صوبي سنڌ جي ڏورانهين علائقن ۽ ڳوٺن ۾ موجود انهن پرائمري اسڪولن ۽ طبي مرڪزن کي سرڪاري مشينري کان وڌيڪ ڪاميابي سان هلائي سگهي ٿي، جيڪي سرڪاري ڪاتا هلائڻ ۾ ناڪام ٿي چڪا آهن. ڪيترن ئي ڳوٺن ۾ سرڪاري پرائمري بوائز ۽ گرلس اسڪول بند پيا آهن يا وڏيرن جون اوطاقون بڻيل آهن. انهن ۾ يا تہ ماستر مقرر ئي ٿيل نہ آهن يا مقرر ٿيل ماستر گهر ويٺي پگهارون پيا کڻن. ڇو تہ هڪ ڀيرو مقرري کانپوءِ ڪانئن ڪوبہ پڇڻ وارو يا سندن ڪارڪردگي جاچڻ ۽ مٿن نظرداري وارو ڪونہ ٿو رهي. ڊي اِي اوز ۽ ايس ڊي اِي اوز انهن علائقن ۾ موڙڳو وڃن ئي ڪونہ ٿا. سپروائيزر منٿلين ۽ ماسترن جي تنظيمن اڳيان بيوس بڻيل آهن. پوءِ انهن علائقن ۾ رهندڙ مسڪين ماڻهن جي ٻارڙن جي تعليم جي شرح ۾ اضافو ڪيئن ٿو ٿي سگهي! تعليم صدين کان وٺي "جتي اوهان ڇڏيو اتيئي آهين" وانگر اتي ئي بيٺي آهي. ساڳي حالت ٻهراڙين ۽ ڏورانهين علائقن ۾ موجود سرڪاري ڊسپينسرين ۽ طبي مرڪزن جي آهي. جيڪي رڳو ڪاغذن ۾ تہ موجود آهن، پر انهن ۾ صحيح نموني سان نہ ڪا سرڪاري دوا درمل پهچي ٿي ۽ نہ مقرر ٿيل ڊاڪٽر يا ٻيو طبي عملو پهچي ٿو. نتيجي ۾ ٻهراڙين جا ماڻهو طبي سهولتن کان مڪمل طور محروم رهن ٿا. تنهنڪري اهي نيم حڪيمن ۽ جعلي ڊاڪٽرن هٿان ڦرجندا رهن ٿا. اڪثر ڪري بنا علاج يا غلط علاج سبب معذور يا موت جو شڪار ٿي وڃن ٿا. هن وقت حڪومت نقصان ۾ هلندڙ سرڪاري ادارن کي وڪرو ڪري رهي آهي. نجڪاري جي ان عمل سان گڏ منهنجي سنڌ حڪومت کي اها تجويز ۽ گذارش آهي تہ ٻين ترقي پذير ملڪن ۾ ڪامياب ٿيل تجربن کي نظر ۾ رکندي "صحت ۽ تعليم" جي شعبن ۾ سگا سان هڪ معاهدو ڪيو وڃي. جنهن تحت سنڌ جي ڏورانهن علائقن ۾ حڪومت جي ناڪام ٿيل ۽ بند پيل پرائمري اسڪولن ۽ طبي مرڪزن جو انتظام ۽ سارسنڀال سگا جي حوالي ڪئي وڃي، جيئن هوا نهن کي ڪاميابي سان هلائي علم جي روشني پکيڙي سگهي ۽ ماڻهن کي طبي سهولتون پهچائي سگهي. مان ان معاهدي جي تفصيلن ۾ نہ ٿو وڃان. پر جيئن تہ موجوده جمهوري حڪومت تعليم عام ڪرڻ ۾ دلچسپي رکي ٿي ۽ ان

ڏس ۾ خانگي شعبي کي به همٿائي رهي آهي، ان جي مدنظر هن تجويز تي غور ڪري ت بهتر ٿيندو. ڇو ته خانگي شعبو اڪثر ڪري شهري علائقن ۾ تعليمي ادارا کولڻ کي ترجيح ڏيئي ٿو. ٻيو ته خانگي ادارن جا مالڪ پنهنجو وڏو نفعو [illegible] رڳو تدريسي ۽ غيرتدريسي عملي جي پگهارن ۽ سهولتن ۾ ڪنجوسي ڪان ڪم وٺندا، پر وڏيون ڳريون فيون مقرر ڪندا. جنهنڪري خانگي ادارن ۾ غريب ماڻهو سندن اولاد نه پڙهائي سگهندا: جڏهن ته سگا جهڙي اين جي او، اهڙن خانگي اسڪولن ۾ معاهدي موجب تعليمي معيار برقرار رکندي، فرنيچر فراهم ڪندي ۽ سارسنڀال سان گڏ عملي جون پگهارون ۽ ٻيا فائدا به سرڪاري قانون موجب ادا ڪندي. فائدو اهو ٿيندو ته واسطيدار شاخ جي نگراني سبب استاد گهر ويٺي پگهارون نه کڻندا ۽ پڙهائي وغيره جي سلسلي ۾ شڪايتن جو ترت ازالو ٿي سگهندو، تنهن ڪري گهربل تعليمي نتيجا حاصل ٿي سگهندا. ساڳي ريت اهڙن ناڪام ٿيل سرڪاري طبي مرڪزن هلائڻ لاءِ پڻ معاهدو ٿيڻ گهرجي. طبي عملي جي پگهارن سهولتن فائدن ۽ دوائن ڪان وٺي طبي مرڪزن جي عمارتن جي سارسنڀال سگا جي حوالي ٿيندي ته سٺا نتيجا نڪري سگهن ٿا. اهو معاهدو ڪهڙن شرطن شروطن تحت ٿيڻ گهرجي، يا ان جا تفصيل ۽ صراحتون ڪهڙيون هئڻ گهرجن؟ معاهدو ڪيترن اسڪولن ۽ طبي مرڪزن لاءِ ٿيڻ گهرجي يا سگا جا مرڪزي اڳوان اهڙي معاهدي لاءِ تيار آهن به يا نه- اهي ڳالهيون سنڌ حڪومت ۽ سگا جا معزز مرڪزي اڳواڻ ئي طئه ڪري سگهن ٿا. پر هي منهنجي هڪ نمائي تجويز آهي، جيڪا مان سنڌ حڪومت سان گڏ سگا جي مرڪزي اڳواڻن اڳيان رکان ٿو. جنهن تي وڌيڪ بحث ۽ سوچ ويچار ڪرڻ جي ضرورت آهي. منهنجي خيال ۾ سگا جهڙي سنڌ جي اڪيلي منظم تنظيم قومي مفاد خاطر اهڙي للڪار کي قبول ڪري وٺندي. جيڪڏهن حڪومت عوام جي تعليم ۽ صحت لاءِ سنجيده آهي ته هن تجويز تي سنجيدگيءَ سان غور ڪري ڇو ته هوءَ ان مد ۾ خرچ ٿيندڙ قومي ناڻو هميشه وانگر ضايع ڪرڻ بجاءِ مذڪوره قسم جو معاهدو ڪري، عوام جي صحيح نموني خدمت ۽ ناڻي کي ضايع ٿيڻ ڪان بچائي سگهي ٿي.

# منهن ۾ ملان اندر ۾ ابليس

وقت گذرڻ سان گڏ ڊاڪٽرن وانگر صحافين جي دل به ڌاڍي ڪنور ٿيو وڃي. ڊاڪٽر ۽ صحافي جيترا جهونا اوترا وڌيڪ پٿر دل ٿين. جيئن ڊاڪٽرن اڳيان مريضن جو ڪنجهڻ، ڦٿڪڻ، مرڻ ۽ مرڻ واري جي عزيزن جون اوڇنگارون ڏينهن روز جو معمول بڻجي ويندو آهي، تيئن صحافين لاءِ به ٻن ٽن جهيڙن، چورين، ڦرن، اغوائن، روڊ حادثن ۽ هڪ ٻن قتل جي خبر معمول بڻجيو وڃي ۽ گهڙي ڪانپوءِ ته مورڳو ڳالهه ئي وسريو وڃي. پلا جي صحافي سمورين خبرن جو اثر قبول ڪري انهن تي وينا افسوس ڪن ته جيڪر هفتي جي اندر پاڻ به سنگل ڪالم جي خبر بڻجي وڃن. هونئن به هڪ عالمي اداري جي سروي موجب سراسري طور صحافين جي عمر گهٽ ٿئي ٿي. هڪ ذهني پورهيو، ٻيو هر ڏکوئيندڙ خبر جو ڪجهه نه ڪجهه اثر سندن حياتيءَ تي ضرور پوي ٿو. ڪا خبر ته ڪنور دل صحافين جو جيءَ به جهوريو وجهي ۽ ننڊ ڦٽايو ڇڏي. تازو اهڙي ئي هڪ خبر نظر مان گذري ته، ”ضلعي خيرپور جي تعلقي گمبٽ ۾ ٽن ديني مدرسن تي مئجسٽريٽ جي موجودگيءَ ۾ پوليس جي چڙهاين دوران هڪ مدرسي جامعه عربيه انور توحيد حماديه ۾ زنجيرن سان جڪڙيل ڇهه معصوم طالب علم هٿ آيا. پوليس مدرسي جي معلم حافظ عبدالغني کي گرفتار ڪري ورتو، پر معلم جو پاءُ پڇي ويو. آزاد ٿيل شاگردن ٻڌايو ته معلم کين نه رڳو ٻاندي بڻائي رکيو هو پر هو ساڻن بدفعلي به ڪندا هئا. “

ڪنهن به باشعور انسان جي ضمير کي جنجهوڙڻ لاءِ اها خبر ڪا معمولي حيثيت نه ٿي رکي. اهڙو ڪڌو ڪم رڳو تعلقي گمبٽ جي مدرسن تائين محدود ناهي، جو پوليس جي هڪ ڇاپي يا هڪ مُلي جي گرفتاريءَ سان ختم ٿي وڃي. پر مدرسن جي نالي ۾ اهڙا انسانيت جي تذليل جا اڏا ملڪ ۾ ڪيترائي آهن، جتي ياسين، وزير، سجاد، اعجاز، محمد عالم ۽ سميع جهڙا هزارين معصوم ٻارڙا ذلت جي زنجيرن ۾ جڪڙيل آهن. جن جي خودداري جو قتل ڪندي کين

نندپڻ ۾ ئي فقر (پن) تي جيئڻ سيکاريو وڃي ٿو ۽ جنسي بي راهه روي جو هيراڪ بڻايو وڃي ٿو. ڪو ٻار ان ماحول کان فراريت چاهي به ٿو ته ڪيس جسماني تشدد جو نشانو بڻائي اتي هفتن جا هفتا رسن ۽ زنجيرن سان ڪين ٻورن ڍڳن وانگر ٻڌو وڃي ٿو. تعجب اهو آهي ته حڪومت طرفان ڌاڙيلن ۽ دهشتگردن جي خاتمي لاءِ آپريشن ڪلين اپ جهڙا قدم ڪنيا وڃن ٿا، پر علم جي نالي ۾ موجود اهڙن برائين جي مرڪزن کي بند ڪرڻ لاءِ قدم ڇو نه ٿا کنيا وڃن؟ ڇا صحيح نموني ديني تعليم يا مذهبي معلومات ڏيڻ لاءِ ڪي ٻيا اثرائتا اپاءَ نه ٿا وٺي سگهجن. همدرد يونيورسٽي يا ايران ۾ موجود تعليمي ادارن جو مثال اکين اڳيان آهي، جتي ديني تعليم ڏيڻ، اعلي انساني آدرشن سيکارڻ سان گڏ انگريزي ۽ جديد سائنسي تعليم ڏيئي ٻار کي معاشري جو ڪارآمد فرد بنايو وڃي ٿو. هونئن به هن وقت تائين اهڙن مرڪزن ۾ سماج لاءِ ڪهڙا ڪارائتا شخص پيدا ٿي سگهيا آهن. جيڏانهن نظر ڦيرايو ته فتواباز ۽ نفرتون پيدا ڪندڙ ملا پيا نظر ايندا جيڪي ڪفر جي فتوائن جا ڪارا مٽي تي ڪنيو وتندا مذهبي ڪٽرپڻي ۽ نفرت جو واپار ڪندا. اها ٻي ڳالهه آهي ته پنج ئي آڱريون برابر ناهن، هر طبقي ۾ چڱا ۽ برا ماڻهو موجود آهن. ڪي دين جا عالم سگهورا روشن فڪر، مذهبي تعصب کان آجا ۽ مثالي انسان دوست ٿي گذريا آهن ۽ اڄا تائين موجود آهن. مولانا عبيدالله سنڌي، علامه آءِ آءِ قاضي، مولانا مودودي، مولانا دين محمد وفائي ۽ ٻين انيڪ عالمن جا نالا ڳڻي سگهجن ٿا، پر اڪثريت اهڙن مُلن جي آهي، جن بابت هر ڏينهن مسجدن ، هجرن ۽ مدرسن ۾ ڪڏا ڪم ڪرڻ چوريون، ڦرون، منشيات فروشي ۽ سمگلنگ ۾ ملوث هجڻ جهڙي ڪانه ڪا ڪرپ جهڙي خبراڪين اڳيان گذري ٿي. گناهه ڪير به ڪري اهو گنهگار آهي ۽ ڪيس سزا کان آجو قرار نه ٿو ڏيئي سگهجي پر مذهب جا ٺيڪيدار سڏائيندڙ يا ڏوهن گناهن کان روڪڻ ۽ هدايت ڪندڙ طبقو جيڪڏهن ڪو اهڙو انسانيت سوز ڪم ڪري ٿو ته اها خبر ذهن تي هتوڙو ٿي لڳي ٿي. اهو ئي سبب آهي جو ان طبقي طرفان اهڙن ڪرتن ڪمن سبب عام ماڻهو ڪائن بيزار ٿي چڪو آهي. جنهن جو مثال آڪٽوبر ٩٣ وارين چونڊن ۾ عوام طرفان مذهبي پارٽين کي ٺڪرائڻ آهي. حيرت جي ڳالهه اها به آهي ته مذهبي لباس ۾ اها بي راهه روي ۽ جنسي اسڪينڊل رڳو پاڪستان تائين محدود ناهن پر دنيا جي ٻين مذهبن جا اڳواڻ به ان کان آجا ناهن. ساڳئي

ڏينهن هڪ اردو اخبار ۾ خبر شايع ٿي ته دنيا ۾ پادرين جا جنسي اسڪينڊل چوٽ چڙهي ويا آهن ۽ ڪيٿولڪ فرقي جي پوپ جان پال-II ان تي سخت ڳڻتي جوا ظهار ڪندي دنيا جي پادرين کي اپيل ڪئي آهي ته اهي جنسي بي راهه روي کان بچن. ان جنسي اسڪينڊل ۾ خاص طور آمريڪا جا نوجوان پادري ملوث آهن. فرق رڳو اهو آهي ته انهن وٽ ڪڏو ڪم ترين جي راضپي کان پوءِ ٿئي ٿو. ڏوهه ته اهو به آهي، پر هت ڏوهه اڃا خرناڪ شڪل ۾ ٿئي ٿو. جيڪڏهن معلم پنهنجن ٻچن (شاگردن) سان منهن ڪارو ڪري ۽ ڪين ٻڌي تشدد جو نشانو بڻائي ته اها پوري انسانيت جي منهن تي چمات چئبي. بيشڪ شاهه لطيف سرڪار اهڙن ملن لاءِ ئي چيو هو ته، "منهن ۾ اندر عادت ۾ ابليس

اهڙو خام خبيث ڪڏي ڪوهه نه ڇڏئين."

# نئون سماجي معاهدو

وقت وڏو بيپرواه ڪنهن جي انتظار ڪرڻ بنا تيزيءَ سان گذرندو پيو وڃي. سال ۹۳ع جا سمورا سج لهي چڪا آهن. اڄ ۹۴ع جو چوٿون سج اڀريو آهي. دنيا ۾ نئين سال شروع ٿيڻ جون خوشيون ملهايو ويون ۽ ۲۱هين صديءَ جي آجيان جون تياريون ڪيون پيون وڃن. پاڻ وٽ به موجوده وزيراعظم بينظير ڀٽو صاحبه نئين سماجي معاهدي "New Social Contract" تحت قوم کي ۲۱ هين صديءَ ۾ داخل ڪرڻ جون ڳالهيون پئي ڪري. مون نئين سماجي معاهدي بابت سندس خيال پهريون پيرو سندس ئي ان يادگار تقرير ۾ ٻڌا هئا. جيڪا هن ڊسمبر ۹۱ع ۾ ڪراچي بار ايسوسيئيشن جي ساليانې ڊنر جي موقعي تي خاص مهمان جي حيثيت ۾ ڪئي هئي. هن ڪراچي بار ايسوسيئيشن جي صدر کي وينا حيات ڪيس جي اها اصلي ايف آءِ آر جي ڪاپي رڪارڊ تي رکڻ لاءِ ڏني هئي، جنهن ۾ مکيه جوابدار طور عرفان مروت جو نالو ڄاڻايل هو. هن وينا حيات ڪيس جي حوالي سان ڄام حڪومت جي ظلمن ۽ ڏاڍاين جو ذڪر ڪندي آخر ۾ عوام سان نئين سماجي معاهدي ڪرڻ بابت چيو هو ته "رياست جو عوام سان نئون سماجي معاهدو ٿيڻ وقت جي وڏي ضرورت آهي. عوام طرفان حڪومتي معاملن ۾ سڌي سنئين شرڪت هجڻ گهرجي ۽ ساڻن سالن کان ٿيندڙ ڏاڍاين. ناانصافين ۽ بيواجبين جو خاتمو اچڻ گهرجي ۽ عوام کي تڪڙو انصاف ۽ بنيادي سهوليتون سندن در تي پهچائي ملڪ کي ۲۱ هين صدي ۾ داخل ڪجي"

وقت جا جابر حڪمران وقت جي چپاٽ کان بچي نه سگهيا ۽ آڪٽوبر ۹۳ع جي چونڊن ۾ عوام ان معاهدي تي اکيون ٻوٽي صحيح ڪري پ پ جي اميدوارن کي ايوانن تائين پهچائي اختيار ڏڻي بڻائي ڇڏيو. هن وقت پ پ جي حڪومت ٽئين مهيني ۾ پير پاتا آهن، پر ان معاهدي تي عمل ٿيڻ جا اڃا آثار نظر نه ٿا اچن. اها ٻي ڳالهه آهي ته سماجي معاهدو اڄ ڪلهه سياسي ۽ ادبي حلقن ۾ بحث جو موضوع بڻيل آهي. ڪي ڌريون ته ان کي سنڌ جي وحدت ۽ بقا لاءِ هاڃيڪار سمجهن ٿيون، ڪي ان کي ڪراچي کي سنڌ کان ڌار ڪرڻ جي سازش سمجهن ٿا ته ڪي ماڻهو ان کي عوام جي ڀلي ۾ سمجهندي، ان جي حق

۾ دليل ڏين ٿا. مزي جي ڳالھہ اھا آھي تہ پ پ جي اعلي قيادت ڪڏھن بہ ان بابت وضاحت يا ان جي مڪمل شڪل عوام اڳيان آڻڻ جي تڪليف ئي گوارا ناھي ڪئي. تنھنڪري ڪجھہ ماڻھو ان کي شوشو يا عوام کي ڏُم ۾ گم ڪرڻ جو ھڪ ناٽڪ سمجھن ٿا. پر حقيقت ۾ محترمہ بينظير ڀٽو نئين سماجي معاھدي جي خالق جي حيثيت ۾ ان سان سچائي رکي ٿي. اھو ئي سبب آھي، جو سندس ھر ٻي تقرير ۾ نئين سماجي معاھدي جي حوالي سان ٢١ ھين صدي جي آجيان کي ناھي ويساريندي. ھاڻي ڏسڻو اھو آھي تہ ھوءَ ان قوم کي ايڪيھين صديءَ ۾ ڪيئن ٿي داخل ڪري جنھن جي بيل گاڏي اڃا اتي بيٺي آھي، جتي پنج ھزار سال اڳ بيٺل ھئي. اولھہ جي دنيا وارا تہ ڀلي ايڪيھين صدي جي ڳالھہ ڪن ڇو تہ سندن تخليق ۽ ترقي جي رفتار وقت جي رفتار جي برابر نہ سھي پر ھوائي جھاز جي رفتار برابر ضرور آھي. پاڻ وٽ تہ اڃا ساڳيا ڇڪ ۽ ساڳيا چرخا، ساڳيا جھنگ ۽ ساڳيا جھوپا آھن. اسان جي ٿر، ڪاڇي ۽ ڪوھستان کان وٺي ڪچي ۽ پڪي تائين مسڪين ماڻھو اڄ بہ انھن ڪکائين گھرن ۾ چوپائي مال سان گڏ پيا گذارين، جن کي چوديواري بجاءِ ٻنگھرن جو لوڙھو يا ڪانن جي ڪنڌي بہ مس ڏنل ھوندي آھي. سواري لاءِ اڄ بہ اٺ، گڏھ، ڏاند گاڏيون ۽ ڇڪڙا پيا استعمال ٿين. جتي اڄ بہ عورتن جو جانورن وانگر ٽڪن تي واپار ٿئي ٿو ۽ جنس جي عيوض جنس جي متاسٽا ٿئي ٿي. جتان جي ٻارڙن جي ھٿن ۾ ڦرھي، سليٽ، ڪتابن بجاءِ مال چارڻ واريون ڏانگون آھن. جتي جوانن جي ھٿن ۾ قلم بجاءِ ڪھاڙيون ۽ ڪڇ ۾ ڪڪڙ آھن. جن جي وندر رڇ ٻڇ، ڪڪڙن جي ميل، ڏاندن ۽ گڏھن جي گوءِ آھي. جتان جي ڀوڙھن ۽ پڪن جا ذھن، ضمير، ننگ ۽ ناموس اڃا تائين وڏيرن، پيرن ۽ ميرن وٽ گروي ۽ غلام لڳا پيا آھن ۽ سوچون ٿياس تي ٽنگيل آھن. جتي اسڪول ويران، وڏيرن جون اوطاقون ٺٽيل ۽ اوتارا آباد آھن. جتي ڌاڙا، ڦرون، اغوائون ۽ چوريون، پيرن جي لپ يا پاڻي جي واري تي پنھنجن کي کھڻ مردانگيءَ جون نشايون سمجھيون ٿيون وڃن. جتي ھارين ۽ مزدورن جي سڄي سال جي پگھر جو پورھيو ٿاڻن تي پوليس وارن جي نذر ٿيو وڃي. جتي انصاف وٺڻ لاءِ انصاف گھرندڙ جو گھر تباھہ ٿئي ۽ پيڙھين جون جھارون غرق ٿين. جتي روڊ، پاڻي، بجلي جون سھوليتون اڃا حسرت جون نشانيون بڻيل ھجن. اتي نئين سماجي معاھدي تحت ڪيتري تبديلي اچي سگھي ٿي جو اسان ڇھن سالن جي مختصر عرصي ڪانپوءِ فخر سان ٢١ھين صديءَ ۾ داخل ٿي سگھون.

منهنجو مقصد سماجي تبديلي کان مايوسي جي اظهار ڪرڻ ناهي، پر گهٽ ۾ گهٽ پنهنجي سماج جي انهن ناسورن کي نروار ضرور ڪبو، جيڪي اڄ جي ٢٠هين صديءَ جي پڇاڙي ۾ پنج هزار سال ق.م. عظيم تهذيب جي وارث قوم کي نه ٿا سونهين. منهنجي راءِ آهي ته نئين سماجي معاهدي جي ان اميد سان مخالفت نه ڪجي ته من ان نئين تبديلي سان اسان جي تباهه ٿيل ۽ ساڪن سماج ۾ تحرڪ اچي ۽ اسان پنهنجي سفر جي نئين سر شروعات ڪري سگهون. البته هڪ تجويز آهي ته نئين سماجي معاهدي تحت قائم ٿيندڙ ضلعي حڪومتن ۾ انهن سماجي تنظيمن ۽ سماج سڌارڪ انسانن کي شامل ڪجي ته وڌيڪ ڀلو ٿيندو، جن سندن حياتيون انسان جي ڀلي لاءِ ارپي ڇڏيون آهن.

# وقت جي فتوا

چوڻي آهي تہ "وقت وڏو منصف آهي" جيڪي فيصلا ماڻهن کان نہ ٿي سگهندا آهن اهي "وقت" پاڻ ڪندو آهي ۽ وقت جي فيصلن کان منهن موڙڻ، ڪنهن جي وس ۾ ناهي هوندو. ماڻهو پنهنجي چالاڪي ۽ مڪاريءَ سان وقتي طور تي حقيقتن تي پردو وجهي سگهي ٿو، پر وقت گذرڻ سان سچائي ائين نروار ٿيندي آهي، جيئن وسڪاري کان پوءِ ايرندي کان آسمان تي اندلٺ......

ها! هن وقت بہ "وقت" وڏي واڪي هڪ وڏو تاريخي فيصلو ٻڌائي ٿو.... ۽ ان ڪوڙ جو پردو چاڪ پيو ڪري، جيڪو لڳ ڀڳ اڌ صديءَ کان وٺي وڏي مڪاري ۽ منظم نموني سان سنڌي قوم خلاف هنيو ٿي ويو. ۴۷ سالن کان وٺي هڪ وڏي ڪوڙ کي نوان نوان ويس ڍڪائي چيو ٿي ويو تہ:

سنڌي سچا مسلمان نہ آهن۔

سنڌي محب وطن نہ آهن۔

سنڌي پاڪستان جا دشمن آهن ۽ سنڌي وطن جي فوج جا ويري آهن......

سنڌين سئو بار وضاحتون ڪيون تہ "پائي صاحب: سنڌ باب الاسلام آهي۔ اسلام توهان تائين سنڌين پهچايو۔ قرآن شريف جو پهريون ترجمو سنڌي ٻوليءَ ۾ ٿيو. فقہ حنفيہ جو باني امام ابو حنيفہ سنڌي هو. تہ پوءِ سنڌي اسلام دشمن ڪيئن ٿيا؟

پاڪستان جي قيام لاءِ پهريون ٺهراءُ سنڌ اسيمبلي ۾ پاس ٿيو. پاڪستان جي حب ۾ آيلن کي پناهہ، زمينون ۽ اجها سنڌين فراهم ڪيا.... تہ سنڌي وطن دشمن ڪيئن ٿيا؟ ايترين وضاحتن کانپوءِ بہ الزامن جي پرمار ۾ ڪا گهٽتائي نہ آئي۔ جواب ساڳيو ئي: "مين نا مانون."

اسان تہ گهڻو سنو پر "وقت" کان وڌيڪ سنو نہ ٿيو ۽ هو وڏي واڪ پنهنجو فيصلو ٻڌائڻ شروع ڪري ٿو:

جناح پور جا نقشا ظاهر ٿين ٿا.... پاڪستان ۽ سنڌ کي ورهائڻ جا نعرا لڳن ٿا. ملڪ جي محافظ فوج تي سڌيون گوليون هلن ٿيون۔ اذيت گهر هلائڻ وارا چهرا بينقاب ٿين ٿا.... ۽ هندستان جا کلئي عام دڙڪا ملن ٿا تہ: "ڪشمير تان هٿ کڻو نہ تہ اسان توهان جو سنڌ ۾ سک حرام ڪنداسين."

منصف جي ڪرسي ڪراچي جي هڪ نصعتڪار بيگم سلميٰ احمد جي گهر ۾ لڳي ٿي..... سنڌ جي هڪ سپاهي جو تعارف هندستان جي هڪ صوبي جي گورنر رميش پنداري سان ٿئي ٿو ۽ سچ تان پردو ڪڇي ٿو. ڪراچي ۾ پاڪستان جي بقاءَ لاءِ جنگ وڙهندڙ هڪ سپاهي ڳالهائي ٿو:

"اسان ڪشمير تان هٿ نہ ڪڻنداسين."

پارٽي گورنر: ڪشمير جي سزا توهان کي سنڌ ۾ ڏينداسين."

سپاهي فخر سان پنهنجي شهيد اڳواڻ جو جملو دهرائي ٿو: "ملڪي سلامتي لاءِ هزار سال وڙهڻو پيو تہ بہ وڙهنداسين."

رميش پنداري: "هاڻي توهان کي نئين صورتحال سان منهن ڏيڻو پوندو."

سپاهي جو رت ٽهڪي پوي ٿو ۽ پارٽي گورنر جي اکين ۾ اکيون ملائي چوي ٿو:

"هن ڌرتيءَ تي ارغون، ترخان، مغل ۽ ٻيا ڪيترائي پرمار آيا پر اهي تباهہ ٿي ويا. اسان قائم ۽ دائم آهيون.

پنداري: مغل چريا ۽ بي عقل هئا. هاڻي اوهان جو واسطو عقلمند (مڪار) حريفن سان پيو آهي.

محب وطن سپاهي جو خون ٽهڪي پوي ٿو ۽ پنداري کي وڌيڪ ٻڪڻ ڪان منع ڪري ٿو.

وقت اڳيان وري چارج شيٽ پڙهي وڃي ٿي:

سچو محب وطن ڪير آهي؟

سچو پاڪستاني ڪير آهي؟

سچو مسلمان ڪير آهي....؟!

وقت جي عدالت ۾ سنڌ جو سپاهي فيصلي جو منتظر آهي.... اکين ڏٺي شاهد رميش پنداري جو بيان وقت جي ذهن ۾ پڙاڏو ٿي گونجي ٿو....

"اسان توهان کي ڪشمير جي سزا سنڌ ۾ ڏينداسين." هاڻي اوهان جو پالو مڪار حريفن سان پيو آ...."

اِجهو وقت پنهنجي تاريخي فتوا ٻڌائي ٿو:

بيشڪ سنڌ کي ٽڪرا ٽڪرا ڪرڻ جون ڳالهيون ڪرڻ وارا محب وطن نہ ٿا ٿي سگهن.

"بيشڪ هندستان جا دوست پاڪستان جا سڄڻ نہ ٿا ٿي سگهن."

بيشڪ امن جا ويري ۽ معصوم انسانن جا قاتل سچا مسلمان نہ ٿا ٿي سگهن.

ڪوڙ پاڄ ڪائي ٿو..... بيشڪ ڪوڙا پاڄ ڪائيندڙ آهن.

# جمهوريت جي گمنام سپاهي جو موت

ائين ڊسمبر جي صبح مهل سيوهڻ شهر ٻاهران اڙل واهه جي نئين پل تي هڪ بيروزگار نوجوان تڙپندي دم ڏنو. لاش مٿان واٽهڙن جو انبوهه ٿي ويو هو. اوچتو صوبائي وزير قانون پير مظهرالحق جي ڪار اچي لاش جي پرسان بيهي ٿي. هو انبوهه مان ڪنهن شخص کان پڇي ٿو:

ڪنهن جو لاش آهي؟"

هڪ واٽهڙو اڳتي وڌي فوتي نوجوان وٽان هٿ آيل ڪاغذ پير صاحب جي حوالي ڪري ٿو:

"سائين هي "درخواست" ۽ "ليٽر" فوتيءَ جي مرڻ تائين "مٺ ۾ هئا."

پير صاحب جي نظر گاجي کهاوڙ، تعلقي وارهه جي بيروزگار نوجوان شوڪت علي چني جي داروغي جي نوڪريءَ لاءِ لکيل درخواست تي لڳل صوبائي وزير نثار احمد کهڙي جي "مقرريءَ واري آرڊر "Please appoint him" تي پوي ٿي. هو حڪم جي موت ۾ انجنيئرنگ ورڪس ايجوڪيشن ڊپارٽمينٽ حيدرآباد جي پراجيڪٽ ڊائريڪٽر محمد سليم بروهيءَ جو صحيح ٿيل نوڪريءَ کان انڪار نامو ڏسي ٿو: پير مظهرالحق افسوس جو اظهار ڪندي، ڪاغذ واٽهڙوءَ کي واپس ڪري ٿو ۽ وري سوال ڪري ٿو:

"پلا حادثو ڪيئن ٿيو؟"

"سائين پ پ جي جهنڊي واري هڪ ڏگهي ڪار، جيڪا لڳي ٿو ته ڪنهن وزير صاحب جي هئي، اها جيئن ئي هتان لانگهائو ٿي ته فوتي نوجوان اڳتي وڌي ان کي روڪڻ جي ڪوشش ڪئي. ڪار نه بيني ۽ ان جي پنيان ڊوڙندڙ هن بدنصيب نوجوان کي پنيان تيز رفتار ٽريلر ٽڪر هڻي ڪيرائي وڌو.....!!

پير صاحب پوليس وارن کي ڊرائيور خلاف ايف آءِ آر ڪاٽڻ ۽ ان جي گرفتاريءَ جو حڪم ڏيئي روانو ٿي ويو.

نائين ڊسمبر تي پرهه ڦٽيءَ مهل دل ڏاريندڙ روح راڙي جو آواز ڪن تي

پوي ٿو. ننڍ مان چرڪ پري اٿي پوان ٿو. ويچاري شوڪت جو لاش پهتو هوندو.... شوڪت جي گونگي پيءُ جون اپ ڏاريندڙ رڙيون منهنجي گمان کي پڪ ۾ بدلائي ڇڏين ٿيون..... ننڊ پڻ ۾ شوڪت سان گهاريل انيڪ گهڙين جون يادون ذهن جي پردي تي اپري اچن ٿيون....

هو گونگي پيرسن پيءُ جو اڪيلو سهارو هو. ماءُ ته قدرت ننڍپڻ ۾ کسي ورتي هيس. هو پنهنجي ڪٽنب جو اڪيلو ڇوڪرو هو، جيڪو اسڪول ۾ پڙهندو هو. دليري ۽ بي ڊپائيءَ سبب دوستن ۾ سندس حيثيت "ٽيم ليڊر" واري هوندي هئي. نشاني بازي جو ايڏو پڪو جو ورلي گليلو ڪسندو هو. ماڪي لاهڻ سندس مشغلو هوندو هو. وات جي چسڪي تي اسان به سدائين ساڻس گڏ هوندا هئاسين. مشهور هو ته شوڪت وٽ ماڪيءَ تي پاڙهيتي لاءِ "دارو" آهي. پلي ڪٿي ڪهڙي به مچريل يا "نر" ماڪي هجي پر شوڪت منٽ ڪري وٺيس.

جڏهن ڪاليج ۾ پهتاسين ته پنهنجون واٽون ويهه ٿيون. مان هن ڪان هڪ درجو مٿي هوس. منهنجو لاڙو ادب ڏانهن ٿيو ۽ هن سياست ۾ دلچسپي وٺڻ شروع ڪئي. ٨٣ع ۽ ٨٦ع ۾ پ پ پ طرفان جمهوريت جي بحاليءَ لاءِ هلايل هلچل دوران هن پوئتي پير نه ڏنو. هڪ ڀيري نصيرآباد ۾ فوجين ڪيس وڻ سان ابتو ٽنگي ايترو ته ماريو هو جو هن تي تشدد ٿيڻ محل آسمان به روئي ڏنو هو. تيز برسات ۾ فوجي پاڻ ته ڪمرن ۾ اندر پجي ويا هئا پر هي نوجوان وڻ ۾ ٽنگيو رهيو. شوڪت جي جمهوريت لاءِ قرباني اتي دنگ نه ٿي ڪري. هن ڊسٽرڪٽ جيل لاڙڪاڻي ڪان وٺي سينٽرل جيل سکر تائين سختيون سٺيون پر آمريت اڳيان گوڏا نه ڪوڙيا.

هن کي ويساهه هو ته نيٺ آمريت جي اونداهيءَ جو خاتمو ايندو ۽ جمهوريت جو سج اڀرندو. هن سمجهيو ٿي ته جمهوريت جي هير لڳڻ سان سندن سيني ڏکن سورن جو خاتمو اچي ويندو. پر هن کي ڪهڙي ڪل ته جمهوريت جو راڄ قائم ٿيڻ ڪان پوءِ به هن ۽ هن جهڙا لکين نوجوان بيروزگاريءَ جي چڪيءَ ۾ پيسبا رهندا. هن ڪٿي ٿي ڄاتو ته عوامي حڪومت جي قيام ڪان پوءِ به هن ديس جا ماروئڙا سک جو ساهه نه کڻندا.... هن ڪيئن ٿي سمجهيو ته عوامي حڪومت جي قيام ڪان پوءِ به عوامي حڪومت جا چونڊيل نمائندا سندن ڦٽن تي ٿڌا ڦها رکڻ بجاءِ لوڻ ٻرڪيندا رهندا. هن کي ڪهڙي خبر ته اڳوٺي حڪومت ۾ مليل "ڪچي داروغي" جي نوڪري به سندس پارٽي جي حڪومت

قائم ٿيڻ کانپوءِ پڪي ٿيڻ بجاءِ مورڳو کسجي ويندي.

پرتين تان بندش لهڻ کان وٺي اهو ڪهڙو موقعو هو, جو شوڪت پنهنجي تڪ جي چونڊيل صوبائي وزير نثار کهڙي کي روزگار لاءِ درخواست نه ڏني هجي. مرحوم ف-م لاشاريءَ جي ورسي جو موقعو هجي يا سرڪٽ هائوس لاڙڪاڻي ۾ ڪچهري. ٻين هزارين نوجوانن وانگر هي يتيم نوجوان به پنهنجي ٻڪايل پيٽ جي باهه اجهائڻ لاءِ روزگار جي سئن هٿندو رهيو, پر افسوس جو موت ۾ ڪيس روزگار بجاءِ موت مليو. ڇا جمهوريت جي جنگ وڙهندڙ هن گمنام سپاهيءَ جو موت جمهوريت جي دعويدارن جي منهن تي چماٽ ناهي؟

سوال اٿو پيدا ٿئي ته ڇا وزير صاحب شوڪت چني کي مقرري جو "بوگس" نوٽ هٿي ڏنو هو يا پراجيڪٽ ڊائريڪٽر سندس حڪم ميڻ کان "انڪار" ڪيو؟ جيڪڏهن مقرري جو حڪم چوندن ۾ ڪيل واعدن جهڙو ڪوڙو هو ته پوءِ اهي عوامي حڪومت جا وزير عوام سان اهڙيون مذاقون ڇو ڪندا ٿا رهن؟ جيڪڏهن ڪاموري, وزير صاحب جو حڪم نه مڃيو ته پوءِ وزير صاحب ان خلاف ڪهڙو ٿو قدم کڻي؟ حادثي وقت موجود ماڻهن جي حوالي سان شوڪت جي عزيزن ٻڌايو ته شوڪت کي ڪڙڪ پئي هئي ته اتان صوبائي وزير نثار کهڙو لانگهائو ٿيڻو هو. اوسيئڙي ۾ ٻيڻل بيروزگاري جي ستايل نوجوان جيئن ئي کهڙي صاحب جي گاڏي ڏٺي ته هو پاڻ تي قابو پائي نه سگهيو ۽ درخواست ڏيڻ لاءِ گاڏي اڳيان اچي ويو. هو وزير صاحب جي گاڏي هيٺيان اچڻ کان ته بچي ويو, پر پنيان ايندڙ تيز رفتار ٽريلر جي ٽڪر کان نه بچي سگهيو. ڪاش! جيڪڏهن وزير صاحب چند سيڪنڊن لاءِ گاڏي روڪي نوجوان کي رڳو آٿت ڏيئي ها ته جيڪر پوڙهي ۽ معذور پيءُ جي پيريءَ جو هي سهارو نه کسجي وڃي ها.

چوندن جي ڏينهن ۾ ته اهي نوجوان اميدوارن جا "ننڍا پائر" هوندا آهن. پر خبر ناهي ته ڪرسي ملڻ کانپوءِ ساڳيا ڇهرا انهن لاءِ ڇو ٿا اوپرا بڻجي وڃن.....!! نائين ڊسمبر جمعي جي آذان اچڻ کان اڳ شوڪت جي نماز جنازه پڙهڻ وارن ۾ مان به شامل هوس. هن جو لاش هن سماج آڏو اڳيان هڪ سوال بڻيل هو. مون کي ايئن ٿي لڳو ڄڻ هو مون کان پڇي رهيو هجي, "پائو, ڇا مون هن جمهوري حڪومت لاءِ لانگ بوٽن جون ٺوڪرون کاڌيون هيون؟ مون هن عوامي حڪومت جي قيام لاءِ جيلن جون سختيون سٺيون هيون, جنهن ۾ مون کي روزگار بجاءِ موت مليو؟؟"

مون وٽ شوڪت جي هر سوال جي جواب ۾ فقط لڙڪ هئا. انهن سوالن جا جواب ته "جمهوريت جي چئمپئنن" کي ڏيڻ گهرجن.

شوڪت جي من ۾ به پنهنجي گهر اڏڻ جا ارمان هئا. هن جي گونگي پيءُ، جيڪو سڄي ڄمار زبان سان ڳالهائي نه ڪنن کان ٻڌي سگهيو آهي، ان جي من ۾ به اهي سپنا ضرور هوندا ته سندس جوان پٽ روزگار ملڻ کانپوءِ ڪنهن ونيءَ سان لائون لهندو ۽ سندس اجڙيل ويران گهر ۾ وري رونقون ايندِيون. پر هن بي زبان انسان کي ڪهڙي خبر، ته غريب جا ارمان، ارمان ئي رهجي ويندا آهن. شوڪت جي پيءُ جون ڪوڪون منهنجي ڪنن ۾ اڄ به گونجي رهيون آهن. ڪاش اهي ڪوڪون غريبن جي ووٽ ذريعي ايوانن ۾ ويٺل انهن حڪمرانن تائين پهچن، جيڪي دعوائون ڪندا رهن ٿا ته اسان پڙهيل نوجوانن کي روزگار ڏينداسين. اسان غريبن کي اٽو لٽو ۽ اجهو مهيا ڪنداسين....!!

# پاپ جي پاڙ

هيومن رائيٽس ڪميشن سال ٩٣ع دوران پاڪستان ۾ انساني حقن جي لتاڙ بابت جيڪا لڳ ڪاندارپنڌڙ رپورٽ پڌري ڪئي آهي، اها هر باشعور فرد جي اکين کولڻ لاءِ نکي ڇهبڪ کان گهٽ ڪونهي. سراسري طور ملڪ ۾ هر ڪلاڪ ۾ ٽن نياڻين جون لڄون لٽجڻ، انصاف لاءِ ورهين جا ورهيه عدالتن جي درن تي ڌڪا کائڻ کان سواءِ هڪ سال دوران رڳو پوليس تشدد ۾ ٥٢ ماڻهن جو قتل ۽ پوليس جي هٿ نوڪين مقابلن ۾ ١٩٢ ماڻهن جو قتل ٿيڻ ڪا معمولي ڳالهه نه آهي، جنهن کي ٻين خبرن وانگر پڙهي ويساري ڇڏجي. ڀلا جيڪڏهن پنهنجي ئي ملڪ ۾ نياڻين جي لڄ سلامت نه رهي، انصاف ملڻ جي آس ۾ ورهيه لنگهي وڃن ۽ ماڻهو تحفظ ملڻ بجاءِ محافظن ۽ رکوالن هٿان بيگناهه مارجي وڃن ته اهي انصاف ۽ تحفظ لاءِ ڪنهن کي دانهن ڏين.

هيومن رائيٽس ڪميشن ته اهي انگ اکر پڌرا ڪيا آهن، جيڪي ڪين مختلف ذريعن وٽان مليا آهن يا پريس ۾ اچي چڪا آهن پر حقيقت ۾ ناانصافين، ڏاڍاين ۽ انسان جي بنيادي حقن جي لتاڙ جو انگ ان کان ڪيترا ڀيرا وڌيڪ آهي جو ته پوليس وارا ٻهراڙين ۽ ننڍن ڳوٺن ۾ ماڻهن سان جيڪي ڪيس ڪن ٿا ۽ ويل وهائين ٿا انهن جو ٽيون حصو به ڪميشن وارن يا پريس تائين نه ٿو پهچي. منهنجي راءِ آهي ته ملڪ ۾ پاپ جي پاڙ ئي پوليس آهي. جيڪڏهن مورڳو پوليس کاتو ئي نه هجي ته جيڪر سماج جون اڌ کان وڌيڪ برايون پاڻمرادو ئي ختم ٿي وڃن. اها راءِ مان رڳو اخبارن ۾ روزانو شايع ٿيندڙ انهن خبرن جي آڌار تي قائم نه ڪئي آهي ته فلاڻي شهر يا ڳوٺ ۾ جوئا ۽ نشي ۽ بدڪارين جا اڏا پوليس جي نگراني ۾ هلن ٿا، يا چورين ڦرن، اغوائن ۽ ڌاڙن جون وارداتون پوليس جي ملي ڀڳت سان ٿين ٿيون يا رشوت وٺي پوليس چورن کي ڇڏي ڏيئي ٿي، ڌاڙيل ڀڄائي ڇڏي ٿي ۽ بنا ليسن هٿيار پڪڙي واپس ڪري ڇڏي ٿي. يا وڏيري، رئيس، پير، وزير ۽ مشير جي شهه تي بيگناهه نوجوانن، پوڙهن، ٻارن ۽ عورتن کي چاوڙي ۾ بند ڪري ڪين تشدد جو نشانو بڻائي، رشوت وصول ڪري ٿي. اهڙيون خبرون به ڪي غلط شايع نه ٿيون ٿين پر منهنجي راءِ جو بنياد پوليس جا اهي اکين ڏٺا ظلم آهن، جن جي ڪري ڏوهارين جي خاتمي بجاءِ ڏوهاري وڌن

ٿا. نموني خاطر پنهنجي ئي ڳوٺ گاجي کهاوڙ ۾ پوليس جي ڏاڍاين جا ٻه ٽي واقعا هت ڏجن ٿا، جيڪي نه رڳو سنڌ پر ملڪ جي هر ڳوٺ ۾ ٿين ٿا.

اسان جي ڳوٺ ۾ سب پوليس اسٽيشن آهي. ڪجهه وقت اڳ اتي هڪ اشرف لاشاري نالي جمعدار مقرر ٿي آيو، جنهن جي سڃاڻپ هئي ته هو خوني آهي. هو اهڙو ته ڏنگو آهي جو جوابدارن سان وڙهندي هڪ خون ڪري چڪو آهي. هن جو معمول هوندو هو ته رات جو مال جي وهڪن ۾ وڃي سٽل ڳوناٺن تي لٺين جا وسڪارا لائي ڏيندو هو. ڪنهن جي ٻانهن ڇڄ ته ڪنهن جي ڄنگهه ڇڄ. هوٽلن، بازارن، وهڪن ۽ مختلف ڳوٺن ۾ پرهه ڦٽي گهرن ۾ گهڙي ويهه، پنجويهه ماڻهو پڪڙي وڃي چاوڙي ۾ وجهندو هو. ڪين لٺيون ڏنبا هٿي ڪانئن پئسا وٺي ڇڏي ڏيندو هو. هن جي خوف کان ڪيترا ڳوناٺا بانگ اچڻ کان اڳ ئي گهرن مان نڪري وڃي ٻنين تي لڪندا هئا. هڪ ڏينهن هو وارهه تعلقي جي حد کان ٻاهر تعلقي ميهڙ جيّ هڪ ڳوٺ مان ڪجهه جوابدار پڪڙڻ ويو. اتي هڪ انجنيئرنگ جي شاگرد رڳو ايترو پڇيس ته توهان وٽ گرفتاري جا وارنٽ آهن ۽ ڳوناٺن جو کهڙو ڏوهه آهي؟ ان پڇڻ تي هن انجنيئرنگ جي شاگرد کي چيو ته تون ٻه انجنيئر صاحب ٿيندين سو هل ته توکي مزو چکايان. ان نوجوان ۽ ٻين ٻن ٽن جهور پوڙهن ڳوناٺن کي هو بنا جواز ٿاڻي تي وٺي آيو ۽ ڪين خلقت اڳيان اگهاڙو ڪري مٿن سخت تشدد ڪيو ۽ هنن کي مرٽينگ بٺائي ڇڏيو. اسان ڳوٺ جي هڪ سماجي تنظيم سارنگ سوشل ويلفيئر ايسوسيئيشن جا عهديدار هئاسون. لاڙڪاڻي جي ان وقت جي ايس پي ۽ ڊي سي تائين پيگا ڊڪيا سون پر ڪجهه به نه وريو. نيٺ اهو جمعدار ٻئي ٿاڻي تي تشدد ذريعي ٻيو خون ڪري روپوش ٿي ويو.

* ٻيو واقعو ڌاڙيل بگو بروهي جو آهي ڌاڙيلن ٽڪاڻڻ جي الزام ۾ پوليس بگو بروهي وارن جون عورتون ٻه ٿاڻي تي آڻي مٿن ايتري قدر تشدد ڪيو جو سندن هڪ عورت ٿاڻي تي ويم ڪيو. نيٺ بگو بروهي ان باهه کي برداشت نه ڪري گهر گهاٽ ۽ زمين ڇڏي وڃي ڪلاشنڪوف ڪٽي ڌاڙيل بڻيو ۽ ٿاڻي تي حملو به ڪيو.

* ساڳئي نموني وارهه پوليس اسان جي ڳوٺ پرسان ڳوٺ مراد پٽي مان ڌاڙيلن رهائڻ جي الزام ۾ نوجوان مردن، اڇي ڏاڙهي وارن بزرگن سان گڏ بشو شابراڻي وارن جون عورتون ٻه ٿاڻي تي وٺي وڃي هفتن جا هفتا ويهاريون.

نتيجي ۾ بشو ڌاڙيل بٽيو ۽ راڪيٽ لانچرن سان وارهه ٿاڻي تي حملو ڪيائين، جنهن ۾ هڪ سپاهي ۽ ٻيو عام ماڻهو مارجي ويو. ان واردات کان پوءِ ان وقت جو آءِ. جي سنڌ وارهه آيو ۽ هدايت ڪيائين ته اڳتي عورتن کي ٿاڻن تي نه آندو وڃي، پر ان تي عمل نه ٿيو. اسان جي علائقي جا ڌاڙيل رڳو پوليس جي ڏاڍاين سبب ڌاڙيل بڻيا. ۽ بعد ۾ مون پاڻ پوليس کي وردي ۽ سرڪاري جديد هٿيارن هوندي ساڳين ڌاڙيلن کي نوڙت سان ملندي ڏٺو آهي.

سکر سينٽرل جيل ٽوڙيندڙ ڌاڙيل يعقوب چانڊئي يا عمر مغيري جو ٽولو کلئي عام گاجي کهاوڙ جي هوٽلن تي وينا چاهيون پيئندا هئا. ۽ پوليس اوچتو اچي ويندي هئي ته ڌاڙيلن کي خلقت اڳيان پاڪر پائي، سندن بل ادا ڪندي هئي. هڪ پيري مان نصيرآباد کان داٽسن ۾ ڳوٺ گاجي کهاوڙ ٿي آيم. اسان کان اڳئين داٽسن وارن کان ڪي موٽر سائيڪل تي سوار هٿياربند ڦر ڪري ويا. جڏهن اسان واردات واري هنڌ پهتاسون ته ڌڙيل يعقوب چانڊيو به سندس ٽولي سان اتي اچي پهتو ۽ گاجي کهاوڙ جا پوليس وارا به هٿيارن سان پهچي ويا. يعقوب سخت ڪاوڙ ۾ پوليس وارن کان پڇي رهيو هو ته ڦورو ڪهڙي پاسي ڀڄي ويا آهن. پوليس وارا ۽ ٻيا ماڻهو ڪين ٻڌائي رهيا هئا ته سائين ڦورو هن طرف ڀڄي ويا آهن. تنهن تي سيئي ڌاڙيل انهن ڦورن جي پيڇي ۾ موٽر سائيڪلن تي چڙهي اوڏانهن روانا ٿي ويا. دراصل ڌاڙيل يعقوب طرفان علائقي جي سيني ڌاڙيلن کي منع ڪيل هئي ته هن جي پنهنجي علائقي مان ڪوبه ڦر نه ڪري ۽ دڪاندارن کي صحيح بل ادا ڪيا وڃن. سو ان ڦر جي واردات جي خبر ٻڌڻ شرط هو سخت ڪاوڙ ۾ اچي اتي پهچي ويو هو ۽ نيٺ اها ڦر واپس ڪرائي هئائين. انهن ڏينهن ۾ گاجي کهاوڙ ۾ ڌاڙيل ڦرون نه ڪندا هئا. پر پوليس ڌاڙيلن جي نالي ۾ مسڪين ڳوٺاڻن لاءِ آزار بڻيل هوندي هئي. هڪ ڏينهن شهر جي وچ چؤ سول تي ڪوري ذات جون به ڌريون وڙهي پيون. ٽن کي ڌاڙيل عمر مغيري جي ٽولي وارا ٻيا ڌاڙيل ڇڏائي رهيا هئا. هڪڙي ڪراڙي ڪوري تڪڙ ۾ ڌاڙيل جي مغز تي لٺ ڦهڪائي ڪڍي ڌاڙيل رت ۾ ٻاڙهو ٿي ويو، جنهن تي عمر مغيري تپش ۾ اچي سڌيون گوليون هلائڻ شروع ڪيون، جنهن ۾ چار پنج ڪوري مارجي ويا ۽ ڪيترائي شهري زخمي ٿيا. ان کان پوءِ ڌاڙيلن شرم کان شهر اچڻ ڇڏي ڏنو. ڳالهه پئي ڪئي سون پوليس جي بيواجبين جي حقيقت ۾ سڄي ملڪ ۽ سماج جي هر طبقي کان وڌيڪ لاقانونيت جو مظاهرو خود قانون جا محافظ ڪن ٿا. تازو ڳوٺ وڃڻ ٿيو. هڪ مائٽ جون چور به مينهون چورائي ويا هئا، جيڪي پوليس وارن ڏهه هزار رپيا ڀنگ وٺي چورن کان موٽرايون. مينهن موٽڻ

جي خوشيءَ ۾ صوبيدار کي دعوت ڪارائي ويئي ۽ صوبيدار کي نوٽن جون ڪنڌيون پارايون ويون. مون ڪيس چيو ته مان اها خبر وجي اخبار ۾ ڏيندس مائٽ ان تي ڪاوڙجي پيو. هڪ مائٽ چيو ته ٺورو ترسو، پوليس وارن هڪ شابراٽي جي چوري ٿيل مينهن جي پنگ طور پنج هزار رپيا ورتا آهن، خبر شايع ٿيندي ته مينهن واپس نه ٿيندي. مون کي تعجب لڳو ته پوليس چورن کان پنگ تي مال واپس پئي ڪرائي ته ان تي ڳوٺاٺا پوليس جو شڪريو پيا ادا ڪن. اسان جو سماج ڪاٺي بيٺو آهي. ماڻهو پاٽاريداري ڪندڙ پوليس وارن کي هار پيا پارائن ۽ تڪ جي ايم پي اي يا ايم اين اي کي پنهنجي تحفظ جو ذميوار ٺٽا سمجهن. ووٽ ڏيڻ کان وٺي چونڊجڻ ۽ وزير بڻجڻ تائين ڪا ميار نٽا موڪلين، مورڳو پوليس جي ڦرلٽ کي به مهرباني ٽا سمجهن. هوڏانهن حڪمرانن جا هر روز بيان پيا ڇپجن ته اسان عوام جي جان، مال، عزت آبرو، ننگ ۽ ناموس، چادر ۽ چئوديواري جو تحفظ ڪنداسين. ڏوهارين کي ڪنهن به قيمت تي نه بخشينداسين، پر وٽن ڏوهارين کي جنم ڏيندڙ مسڪين ماڻهن کي ڏينهن ڏٺي جو وردين ۾ ڦريندڙن، سميع الله مروت جهڙن هزارين پوليس عملدارن جي سڌاري لاءِ ڪو ٺوس حل ڪونهي. اڄ ڪلهه سي آءِ اي جو اڳوڻو ڊي آءِ جي سميع الله مروت ڏاڍي سر تار ۾ پنهنجا ڪرتوت پيو ٻڌائي. پر هوڏانهن ٺر ۾ ائن اڳيان ٻارن کي ٽن ميلن تائين ٻوڙائڻ ۽ دادو موري پل تي ڄڄ جي بس مٿان فائرنگ ڪري ڄاڄين کي زخمي ڪندڙ قانون جي محافظن کان ڪو پڇڻ وارو آهي ته اڃا ڪيستائين هو مسڪين ڳوٺاڻن جي عزتن سان ڪيڏندا رهندا ۽ ٽوپي، پٽڪي ۽ شهپر واري کي رستي تي ڪڪڙ بڻائي مٿن کلندا رهندا؟

انساني حقن وارو گروپ ته هر سال اهڙيون رپورٽون پيش ڪندو رهندو آهي، پر خبر ناهي ته حڪمرانن جي ڪن تي جونءِ چو نه ٿي سري. اهو سچ آهي ته "جتي باهه ٻري اها جاءِ جلي" پڇو ان مظلوم ڳوٺاڻي کان جنهن جي گهر ۾ بيگاهه وقت پوليس ڪاهي پويا پڇو ان ماءُ کان جنهن جي جهولي خالي ٿي وڃي- ان ونيءَ کان پڇو جنهن کان ور ڇنيو وڃي ۽ ان پوڙهي پيءُ کان درد پڇو. جنهن جي ڪراڙپ جو سهارو ڪسجي وڃي. انهن معصوم يتيمن کان پڇو جن جو پيءُ بيگناهه ڪسجي وڃي ۽ انصاف لاءِ تڙپندي سندن جوانيءَ ۾ وار اڇا ٿي وڃن!!

اُميد آهي ته موجوده جمهوري حڪومت جا چونڊيل درد واري دل رکندڙ عوامي نمائندا هيومن رائيٽس ڪميشن جي رپورٽ تي سوچيندا ۽ وڌيڪ ونين کي بيواهه بڻجڻ، وڌيڪ معصومن کي يتيم ٿيڻ کان بچائيندا ۽ ڪين تڪڙي انصاف ڏيڻ لاءِ ٺوس قدم کڻندا.

# حڪومت -ايم ڪيو ايم ناهه

اڄ سال ۹۴ع جو آخري سج اپريو آهي. ڌرتيءَ جي انهيءَ ۳٦۵ ڏينهن واري ڦيري ۾ پاڻ وارين حالتن ۾ ڪيترو ڦيرو آيو ۽ پنهنجن ماروئڙن ۽ جهانگيئڙن سان ڇا وهيو واپريو، اهو ته هڪ ڏکوئيندڙ ڪهاڻي ۽ بڳهو داستان آهي. مان سال جي هن آخري ڪالم ۾ توهان سان حڪومت ۽ ايم ڪيو ايم وچ ۾ متوقع ناهه بابت پنهنجا ويچار ونڊيان ٿو.

هن سال جي پوئين اڌ ۾ وڏن شهرن خاص طور ڪراچيءَ ۾ دهشتگردن شهر جي رونقن کي اهڙيو اجاڙيو، جهڙو سال جي وچ ۾ برساتن سنڌ جي فصلن کي پيلي ناس ڪيو. جيئن برساتن جا اثر هاڻي سنڌ جي ٻهراڙين ۾ بُک بدحاليءَ ۽ پينو فقيرن ۾ واڌاري جي صورت ۾ ظاهر ٿيا آهن، تيئن دهشتگردن جي ڪارروائين جا اثر وري شهرن ۾ سياسي بي يقيني، خوف هراس ۽ ذهني مريضن ۾ واڌاري جي صورت ۾ نروار ٿيا آهن. ان صورتحال کي محسوس ڪندي صدر فاروق احمد لغاريءَ جي دوري کان ستت ئي پوءِ وزيراعظم محترمه بينظير ڀٽو ڪراچي اچي لڏو لاٿو آهي ۽ امن جي واٽ ڳولڻ لاءِ ايم ڪيو ايم جي ٻنهي گروپن سان ڳالهين ۾ مصروف آهي.

ايم ڪيو ايم حقيقي گروپ جا اڳواڻ ته وزيراعظم کي هڪ يادداشت نامو پيش ڪري هڪ ئي رائونڊ ۾ آئوٽ ٿي ويا. پر ايم ڪيوا يم الطاف گروپ جي ڏهه نڪاتي فارمولا تي هن ڪالم لکڻ تائين ڳالهيون جاري آهن. ان ڏهه نڪاتي فارمولا ۾ هڪ نڪتو ايم ڪيو جي رڳيل هٿين پڪڙيل دهشتگردن جي فوجداري ڪيسن تان هٿ کڻڻ آهي.

توڙي جو وزيراعظم واضع لفظن ۾ هڪ کان وڌيڪ ڀيرا چئي چڪي آهي ته "قاتلن جا ڪيس واپس نه ورتا ويندا" پر تڏهن به مختلف حلقن خاص طور قومپرست ترين طرفان ڳڻتي ظاهر ڪئي پئي وڃي ته مبادا انهن دهشتگردن کي آزاد ڪري کين وري نه رت جي راند کيڏڻ جو موقعو ڏنو وڃي. هونئن به اهي ڪو ڪکڙ چورائڻ جي ڏوهه ۾ ته جهليل ناهن. انهن تي بيگناه ماڻهن جو رت

وهائڻ، شهر جو امن تباهه ڪرڻ، شهرين کي ڦرڻ، لٽڻ ۽ اذيت گهرن ۾ انساني جسمن تي ڏنبي ڏيڻ جهڙن الزامن هيٺ ڪيس داخل آهن ته پوءِ ڇو نه انهن جو فيصلو عدالتون ڪن.

سوال ٿو پيدا ٿئي ته ايم ڪيو ايم وارا انهن ڏڦيڙين کي ڪيسن مان آجو ڪرائڻ تي ڇو ٻيا زور پرين؟ ڀلا سندن خيال ۾ اهي جلاد هاڻي شريف شهري بڻجي ويا آهن ۽ ٻاهر اچي ايذيءَ جي جاءِ والاريندا ڇا؟

حقيقت اها آهي ته هن وقت ايم ڪيو ايم وٽ ڪل وقتي ڏڦيڙي قسم جي ڪارڪنن جي ڪوت پيدا ٿي ويئي آهي. تنهن ڪري اهي هڪ ئي وقت ايم ڪيوا يم حقيقي وارن کي منهن ڏيڻ، حڪومت خلاف ڏڦيڙ پڪيڙڻ، زوريءَ چندا اوڳاڙڻ ۽ ايم ڪيو ايمي ليڊرن جو تحفظ ڪرڻ لاءِ ناڪافي آهن.

ٻئي پاسي ايم ڪيو ايم جي ٻنهي ڌڙن وچ ۾ هلندڙ خوني ويڙهاند ۽ اقتدار تي نه هجڻ سبب سندن نوان "Activists" پيدا ٿيڻ واري لاڙي ۾ گهٽتائي اچي ويئي آهي. تنهنڪري ايم ڪيوا يم، جيڪا اسٽريٽ پاور جي سهاري جيئري آهي، ان کي هڪ طرف پنهنجي ان قوت کي بحال ڪرڻ جي شديد ضرورت آهي ته ٻئي طرف "حقيقي" سان مختلف علائقن تي پنهنجو پنهنجو تسلط قائم ڪرڻ لاءِ هلندڙ ويڙهاند لاءِ ان کي اهڙن تربيت ورتل ڪارڪنن جي سخت ضرورت آهي. تنهنڪري هو ٺاهه جي ٻين نڪتن کان وڌيڪ ڪيسن تان هٿ ڪڻڻ واري نڪتي تي زور پيا ڏين. اهو به ممڪن آهي ته حڪومت طرفان سندن ان شرط نه مڃڻ جي صورت ۾ اهو ٺاهه نه ٿي سگهي. ڪجهه تجزيه نگارن جوا هو به خيال آهي ته، ايم ڪيو ايم وارا پ پ حڪومت سان ٨٨ع وانگر عارضي مقصد لاءِ ٺاهه ڪري رهيا آهن ته جيئن ٺاهه ذريعي ڪارڪنن کي ڇڏائي، وزارتون وٺي ۽ پارٽي کي ٻيهر منظم ڪري حڪومت خلاف فيصلا ڪن ويڙهاند وڙهي سگهن.

مختلف سياسي حلقن طرفان ڪراچيءَ جي جٽادار امن لاءِ ايم ڪيو ايم جي ٻنهي گروپن سميت حڪومت وچ ۾ ٺاهه جي ضرورت محسوس ڪئي پئي وڃي. خود اردو ڳالهائيندڙن جي سنجيده حلقن طرفان پڻ ايم ڪيو ايم تي دٻاءُ آهي ته اهي سندن نئين نسل جي مستقبل سان وڌيڪ نه کيڏن. ڇو ته هن ڌرتيءَ جي اصل وارثن سان سڌي جنگ جوٽڻ ۾ سندن پلو ناهي. هن وقت مهاجرن جي گهڻ طرفي محاذ آرائيءَ سبب ڪراچيءَ جو واپار، عام ڪاروبار ۽ اهم ادارا سندن هٿن مان نڪرندا پيا وڃن. سندن نوجوان جي هٿ ۾

ڪلاشنڪوف اچڻ سان ڪين پنهنجو مستقبل اونداهو ٿو نظر اچي. تنهنڪري سندن سوچيندڙ طبقو گهڻو پريشان آهي. اهي هاڻي پنهنجن نوجوانن کي ايم ڪيوا يم جي ڌقيڙي سياست کان پري رکڻ جي ڪوشش پيا ڪن. نتيجي ۾ سندن ڏيهي قيادت کي به ان صورتحال ۾ پنهنجو سياسي آئندو ڏنڌلو ٿو نظر اچي. اصل ۾ سندن چوٽيءَ جا ليڊر گهڻو اڳتي نڪري چڪا آهن. هن وقت حالتون ايم ڪيو ايم جي ٻئي درجي واري ليڊر جي هٿن ۾ ناهن رهيون. جيڪو پلجي به سرچاءَ جي ڳالهه ٿو ڪري، سو چلتو ٿيو وڃي. تنهنڪري جيستائين پارٽيءَ ۾ "گهڻو اڳتي وڌيل" چوٽيءَ جي ڪجهه ليڊرن ۽ لبرل سوچ رکندڙ اعتدال پسندن وچ ۾ هڪ هڪاٽي نه ٿي ٿئي تيستائين جٽاءُ دار امن معاهدو قائم ٿيڻ جو سوال ئي پيدا نه ٿو ٿئي.

جيڪڏهن موجوده هلندڙ ڳالهين جي نتيجي ۾ ٺاهه ٿي به ويو ته به اهو جٽادار ثابت نه ٿيندو. ڇو ته هن وقت ايم ڪيو ايم جي موجوده قيادت جو خاص مقصد الطاف حسين کي واپس ڪرائڻ ۽ ايم ڪيوا يم کي نئين سر منظم ڪري پنهنجي ۽ پنهنجن آقائن جي "فري پورٽ" يا ورهاڱي واري مڪروه منصوبي لاءِ فيصله ڪن ويڙهاند جي تياري ڪرڻ آهي.

# نواز- اسحاق چڪتاڻ

آمريڪا ۽ اڳوڻي سوويت يونين وچ ۾ سرد جنگ جي خاتمي ڪانپوءِ دنيا ۾ نه رڳو جمهوريت جي مقبوليت ۾ بي پناهه اضافو آيو آهي، پر قومن جو انسان جي فڪر ۽ اظهار جي آزاديءَ وارن حقن تي ويساهه وڌيڪ پختو ٿيو آهي. مختلف ملڪن ۾ جمهوري سرشتي جي ڪاميابي سبب سوشلسٽ پارٽين کي تڏا ويڙهڻا پئجي ويا ۽ اتان جي حڪمرانن کي عوام جي راءِ جي اڳيان جهڪڻو پئجي ويو. اها ٻي ڳالهه آهي ته انهن حڪمرانن ۾ سوشلسٽ نظام هوندي به عوام جي راءِ جي احترام وارو جذبو ختم نه ٿيو هو.

پاڪستان جو شمار انهن ملڪن ۾ ٿئي ٿو، جتي جمهوريت اڃا ٻانڙا پائڻ واري ٻار جي عمر کان ٻاهر ناهي نڪتي. جيڪا هتانجي عوام جي راءِ ۽ ووٽ جي مٽي پليت ٿئي ٿي، اهڙي شايد ئي ڪنهن جمهوريت جي دعويدار ملڪ ۾ ٿيندي هجي. پلا جنهن ملڪ جي ڪل عمر ۾ گهڻو وقت جمهوري حڪومتن بجاءِ مارشل لا راڄ رهيو هجي، جتي مسلسل عوام جي اظهار واري حق سان هٿچراند ٿيندي رهي، جتي عدليه آزاد نه هجي، فوج سياست ۾ ملوث ٿئي، اتي جمهوريت ڪيئن ٿي سگهاري ٿي سگهي. اهوئي سبب آهي جو پاڪستان ۾ هر وقت سياسي صورتحال غير يقيني واري رهي ٿي ۽ ڪنهن به وقت ڪنهن وڏي تبديلي جو امڪان موجود رهي ٿو.

ان صورتحال جي نتيجي ۾ جنهن موقعي پرستي، هارس ٽريڊنگ ۽ ڏانڊلين واري سياست جنم ورتو آهي، ان کي نه ته عوام دوست چئي سگهجي ٿو ۽ نه ئي ملڪي مفاد ۾. نتيجي ۾ هڪ طرف عوام جو سياستدانن تا اعتماد ڪجندو پيو وڃي ته ٻئي طرف سياستدانن جو عوامي قوت تان اعتماد ڪجندو پيو وڃي ۽ قوت جو سرچشمو عوام کي نه پر ملڪ جي اعليٰ اختيار ڌڻين کي سمجهيو پيو وڃي.

وزيراعظم ميان محمد نواز شريف ۽ صدر غلام اسحاق خان وچ ۾ چڪتاڻ جيڪا ظاهري طور اٺين آئيني ترميم جي خاتمي ۽ صدارتي چونڊ کان

شروع ٿي، اها حقيت ۾ صدر طرفان چيف آف آرمي اسٽاف جنرل وحيد جي مقرري کان پوءِ پنجاب جي طاقتور لابي جو ردعمل آهي. ڇو تہ جيڪڏهن ڇڪتاڻ فقط ائين آئيني ترميم ۽ صدارتي چونڊ تي هجي ها تہ اها نواز شريف طرفان صدر کي صدارتي اميدوار طور ظاهر ڪرڻ کان پوءِ ختم ٿي وڃي ها، پر هن جنگ ۾ خفيہ ايجنسين سميت ملڪ جون ڳجهيون قوتون ملوث آهن. تنهن ڪري هڪ ڌر کي صفا چٽ ڪرڻ يا وري بي ضرر (Powerless) بنائڻ کانسواءِ ان جي پڄاڻي ٿيڻ ممڪن ڪانهي.

وزيراعظم ميان محمد نواز شريف تہ صدر کي ٻئي ٽرم لاءِ صدارتي اميدوار طور ظاهر ڪرڻ ۽ ائين ترميم تي خاموشي اختيار ڪرڻ کان بہ هيٺ لهي آيو ۽ هو پنهنجي پين وفادار ۽ جان نثار ساٿين سميت چوڌري نثا رعلي ۽ برگيڊيئر امتياز جهڙن ساٿي ۽ ڪابي ٻانهن کي قربان ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويو آهي، پر صدر غلام اسحاق خان پاڪستاني سياست جو ڪو اناڙي رانديگر ڪونهي جو پاڻ کي پنجابي وزيراعظم جي رحم ۽ ڪرم تي ڇڏي ڏئي. صدر غلام اسحاق خان لاءِ وڏو مسئلو اهو آهي تہ نواز شريف سندس محسن ضياءَ الحق جي سياسي سوڪڙي ۽ پ پ جو ڪٽر دشمن آهي. جيڪڏهن هو ڪيس هٽائي ٿو تہ مستقل بنياد تي ڪيس پ پ جو متبادل حريف نظر نٿو اچي. ان کان سواءِ نواز شريف هن وقت تائين پنجاب جي عوام ۾ پنجابيت جو احساس اڀاري ڪنهن حد تائين پنهنجون پاڙون پختيون ڪري چڪو آهي. ان کان سواءِ ڪيس ملڪ جي سگهاري ايجنسي جي هڪ طاقتور ڌڙي جي پڻ پٺڀرائي حاصل آهي. جنهن ڪري صدر ان جوڳيءَ وانگر چاهي ٿو، جيڪو ڪاريهر نانگ جا رڳو زهريلا ڏند پٽي ڪيس بي ضرر بڻائي ڇڏيندو آهي. جيئن هو جيئرو هجي، پر ڏنگي نہ سگهي.

صدر ۽ وزيراعظم جي سڄي ڇڪتاڻ واري عرصي ۾ جيڪا ڳالهہ خلاف توقع ٿي آهي، اها آهي مخالف ڌر جي طاقتور جماعت پاڪستان پيپلز پارٽي جي خاموشي ۽ اڻ چٽو مؤقف. هن وقت تائين محترمہ بينظير ڀٽو صاحبہ پرڏيهہ کان وطن واپس ناهي ٿي، جيڪا عيدالفطر تي پهچڻي هئي. وڏي ڳالهہ تہ هن وقت تائين پيپلز پارٽي جا مرڪزي اڳواڻ بہ چٽو مؤقف اختيار ناهن ڪري سگهيا. ايتري قدر جو تازو پ پ اڳواڻ ايم اين اي خورشيد احمد شاهہ بيان ڏنو تہ "صدر ۽ وزيراعظم وچ ۾ نوراڪشتي هئي ۽ هو عوام کي بيوقوف بڻائي رهيا آهن." حقيقت ۾ صدر غلام اسحاق خان ۽ وزيراعظم سياسي لحاظ کان ايترا ويجها

آهن جو پ پ اڳواڻن کي اجا تائين يقين نٿو اچي ته هو هڪ ٻئي خلاف ايترو اڳتي نڪري سگهندا. ڪين شڪ آهي ته ڪنهن به وقت سندن ٺاهه ٿي سگهي ٿو. ان ڪانسواءِ پ پ قيادت ان ڪري به مايوس آهي ته پ پ جو نواز شريف کان وڌيڪ ڪٽر دشمن صدر اسحاق خان آهي. محترمه بينظير ڀٽو نواز سرڪار خلاف هلايل مهم ۽ لانگ مارچ دوران ڪڏهن به صدر اسحاق خان کي ڪو نه وساريو هو ۽ عوام جي ڪنن ۾ سندس "گو بابا گو" وارا نعرا گونجندا هوندا.

گڏيل مخالف ڌر جو مؤقف آهي ته اسيمبليون ٽوڙي قومي حڪومت جي نگراني ۾ ٻيهر آزادانه چونڊون ڪرايون وڃن. جڏهن ته صدر جي حڪمت عملي آهي ته اسيمبلي اندران بي اعتمادي ذريعي تبديلي آڻجي، پر مخالف ڌر تازو هڪ اعليٰ سطحي اجلاس ۾ فيصلو ڪيو آهي ته صدر جي اسيمبلي اندر تبديلي آڻڻ واري ڪوشش کي ناڪام بڻايو ويندو، باقي جيڪڏهن صدر اسيمبليون ٽوڙي ته ساڻس سهڪار ڪيوويندو. هڪ طرف اسيمبلي ميمبرن ۽ وزيرن جي استعيفائن جو سلسلو جاري آهي ته ٻئي طرف صدر ۽ وزيراعظم وچ ۾ سرچاءِ جون وڏي پئماني تي ڪوششون جاري آهن. نواز شريف ايترو هيٺ لهي آيو آهي جو هو صدر جو هر شرط مڃڻ لاءِ تيار آهي، رڳو ڪانئس وزيراعظمي جو منصب نه ڦريو وڃي. چيو ته ڪيس ڳڻتي آهي ته وزير اعظم جي منصب جي خاتمي کان پوءِ سندس اتفاق فيڪٽري جو ڇا ٿيندو.

هن وقت مرحوم جنرل آصف نواز جي گهرواري طرفان جنرل جي موت بابت انڪشافن پڻ وڏي اهميت اختيار ڪري ورتي آهي، چو ته بيگم آصف نواز سندس خاوند جي قتل جا الزام نواز شريف جي ساڄي ٻانهن چوڌري نثار ۽ رٽائرڊ برگيڊيئر امتياز تي مڙهيا آهن، جن جي لپيٽ ۾ نواز شريف پاڻ به اچي سگهي ٿو. پاڪستان ۾ نوڙي مان نانگ ۽ نانگ مان نوڙي بڻائڻ ڪا وڏي ڳالهه ناهي. ان سلسلي ۾ عدالتي جاچ شروع ٿي چڪي آهي، جنهن بابت راءِ نٿي ڏئي سگهجي. ميان صاحب جو پارو زيرو ڊگري سينٽي گريڊ تي پهچي ويو آهي. بهرحال ڇڪتاڻ جو نبيرو اپريل ۹۳ع جي آخري هفتي تائين ضرور ٿي ويندو ۽ اسيمبليون ٽٽيون ته نواز شريف سان گڏ صدر اسحاق خان به احتساب جي لپيٽ کان بچي نه سگهندو.

# سياسي مانڌاڻ

صدر غلام اسحاق خان ۽ اڳوڻي وزيراعظم ميان نواز شريف وچ ۾ سياسي ملاکڙو نيٺ ١٨ اپريل جي پوئين پهر صدر طرفان قومي اسيمبلين کي ٽوڙڻ ۽ ٩٠ ڏينهن اندر عام چونڊون ڪرائڻ واري اعلان سان پنهنجي منطقي انجام کي پهتو. اهڙي طرح ائن سالن ۾ ٽيون ڀيرو ۽ صدر اسحاق خان جي ساڍن چئن سالن واري صدارتي دور ۾ ٻيو ڀيرو پاڪستان جي چونڊيل حڪومتن کي تڏا ويڙهڻا پيا. روايتي طرح جيئن ٦ آگسٽ ٩٠ع تي محترمه بينظير ڀٽو جي حڪومت جي خاتمي تي نواز شريف ۽ سندس سائين جشن ملهايا هئا، هوائي فائرنگ ڪري ۽ هوا ۾ ڦوڪڻا اڏائي خوشيءَ جواظهار•ڪيو هو. صدر جي ان قدم کي وقتائتو ۽ قوم جي مفاد ۾ سڏيو هو، تهڙي طرح نواز حڪومت جي خاتمي تي پ پ وارن طرفان نه رڳو مٺايون ورهايون ويون ۽ مشعل بردار جلوس ڪيديا ويا، پر صدر جي ان قدم کي قوم لاءِ لاڀائتو ۽ وقتائتو سڏيو ويو آهي. جهڙي ريت صدر اسحاق طرفان محترمه بينظير ڀٽو خلاف بدعنوانين، قومي ناڻي لٽڻ ۽ گهوٻين هڻڻ جا ريفرنس عدالتن ۾ داخل ڪيا ويا هئا، اهڙي ريت نواز شريف، خلاف به قومي ناڻي لٽڻ جهڙا ريفرنس داخل ڪرڻ جون تياريون شروع آهن. هوڏانهن نواز شريف، طرفان به صدر خلاف سڳئي رد عمل جو اظهار ڪيو ويو آهي، جهڙو پ پ پ حڪومت جي برطرفي ڪانپوءِ بينظير ڀٽو جو هو. مزي جي ڳالهه اها آهي ته ٻارهن ڪروڙ عوام جي ووٽن سان هٿ چراند ڪندڙ ٻن جمهوري حڪومتن جا تڏا ويڙهائيندڙ شخص ساڳي صدارتي ڪرسي تي ويٺل آهي ۽ ڪانئس ڪو به پڇڻ وارو ناهي ته سندس ئي نگراني ۾ ٽيل گذريل ٻن عام چونڊن تي خرچ آيل قومي ناڻو، بينظير ڀٽو خلاف داخل ڪيل ريفرنسن تي وڃايل ڪروڙين رپيا ۽ ايندڙ چونڊن تي خرچ ٿيندڙ ڪروڙين رپيا ڪنهن جي کاتي ۾شمار آهن.

حقيقت ۾ هت سياستدانن طرفان عوام سان مذاق جو رواج پئجي چڪو آهي. اقتدار ڏٺي جڏهن به جنهن کي به چاهين ته محب وطن ۽ قوم جو سچو خدمتگار بڻائي ڇڏين ۽ جڏهن به وٺين ته ساڳين محب وطن شخصيتن کي ملڪ

جوغدار بڻائي ڇڏين. ڪالهہ تائين الذوالفقار تنظيم جي سرپرستي جي الزام ۾ جن شخصيتن کي ملڪ دشمن ڪوٺيو ٿي ويو، اهي اڄ جي نگران حڪومت ۾ شامل آهن. ڪالهہ اڳوڻي وزيراعظم ٽيليويزن تان جنهن شخص سردار آصف علي کي ملڪ دشمن ٿي ڪوٺيو، اڄ اهو محب وطن بڻجي ويو. اهو سلسلو اتي ختم ناهي ٿيڻو. جيستائين پاڪستان جو عوام پاڻ حقيقي جمهوريت پسند بڻجي، احتساب لاءِ اٿي کڙو نہ ٿيندو تيستائين اهو عمل جاري رهندو. اسان وٽ اقتدار ۽ موقعي پرستي واري سياست ايتري تہ مضبوط ۽ منظم ٿي چڪي آهي، جو ڪنهن بہ ٻئي لاءِ هڪ ٻئي کي پنجن سالن لاءِ برداشت ڪرڻ ۽ ووٽ جي احترام ڪرڻ واري روايت ئي ختم ٿي چڪي آهي. ڪهڙي گارنٽي آهي تہ ايندڙ چونڊن ۾ هارائيندڙ ڌر کٽندڙ پارٽين کي برداشت ڪري ۽ مٿن ڌانڌلين جا الزام لڳائي تحريڪ نہ هلائي.

دراصل جنرل ضياءَ جي يارهن سالہ دور ۾ سياست جي جن بدبوءِ دار لاڙن جنم ورتو آهي، انهن جي خاتمي کانسواءِ ملڪ ۾ جمهوريت جون پاڙون پختيون ٿيڻ ڏکي ڳالهہ آهي. پاڪستان جي پرڏيهي پاليسي ان حد کي وڃي پهتي آهي، جو آمريڪا توڙي ٻين يورپي ملڪن طرفان امداد بند ٿي چڪي آهي ۽ پاڪستان کي دهشتگرد ملڪ قرار ڏيڻ جون ڪوششون ڪيون پيون وڃن. آميريڪا طرفان ڪيترائي ڀيرا اظهار ڪيو ويو آهي تہ پاڪستان ۾ انسان جي بنيادي حقن ۽ جمهوري قدرن جي لتاڙ پئي ٿئي، هوڏانهن ڪشميري ۽ بوسنيائي مسلمانن تي ظلم وڌي ويا آهن تہ اسان طاقتور آواز اٿارڻ جهڙا بہ نہ رهيا آهيون. معاشي صورتحال اها آهي تہ ڪراچي اسٽاڪ ايڪسچينج ۾ شيئرز جي ملهہ جو گراف ايترو ڪري پيو آهي جو ان جو مثال ملڪ جي تاريخ ۾ نہ ٿو ملي. اسٽيٽ بئنڪ کي سرڪاري پگهارن ڏيڻ لاءِ ڪرنسي ڇاپڻي پئجي ويئي ۽ ناڻي جي واڌ ان حد کي پهتي آهي جو مزدور جي هڪ ڏهاڙي مان هڪ ويلي جي ماني پيٽ ڀرڻ بہ مشڪل ٿي ويئي آهي. عوام جي قوت خريد ختم ٿي چڪي آهي. ڏيهي توڙي پرڏيهي واپارين ۾ بي يقيني ۽ خلقت ۾ مونجهاري واري ڪيفيت ڇانيل آهي. سياستدان عوام جي دلين تي ڪو ٿڌو ڇنڊو وجهڻ بجاءِ اقتدار پرستي واري سياست ۾ مصروف آهن. اهڙي سياست جيڪا ملڪ کي روشني ڏانهن وٺي وڃڻ بجاءِ ڏينهون ڏينهن اونداهي ڏانهن ڌڪي رهي آهي. هن وقت عوام جي ذهن ۾ انيڪ سوال اڀريل آهن تہ مستقبل ۾ ملڪ جو ڇا ٿيندو؟ ڪٿي، موجوده ڇڪتاڻ

اسان کي اوپر پاڪستان جي الڳ ٽيڻ وارين حالتن ڏانهن ته وٺيون نه پئي وڃي. چو ته هن پيري صدر اسحاق خان پنجاب صوبي مان چونڊيل وزيراعظم ۽ پنجاب جي طاقتور لابي سان مهاڏو اٽڪايو آهي، هن کان اڳئين مضمون ۾ جاڻائي چڪو آهيان ته صدر ۽ نواز شريف واري سياسي جنگ ۾ رڳو ظاهري چهرا ملوث ناهن، اهو ٻن طاقتور ۽ خفيه لابين وچ ۾ ٽڪر آهي. اهو ئي سبب آهي جو حڪومت جي برطرفي سان گڏ انٽيليجنس بيورو (آءِ بي) جي ڊائريڪٽر جنرل (رٽائرڊ) سعيد قادر سميت آمريڪا ۾ مقرر پاڪستاني سفير بيگم عابده حسين استعيفائون ڏئي ڇڏيون آهن. ان ڪانسواءِ نواز شريف طرفان به سخت لهجو اختيار ڪيو ويو آهي. توڙي جو هن صدر اسحاق طرفان چيف آف آرمي اسٽاف جي مقرري تان ڇڪتاڻ واري خبر جي ترديد ڪئي آهي، پر سياسي حلقا ان ڳالهه کي وڏي اهميت ڏين ٿا.

پي ڊي اي جي طاقتور پارٽي جي سربراهه محترمه بينظير ڀٽو به صوبائي اسيمبلين ٽٽڻ ۾ دير ٿيڻ سان پنهنجي رويي ۾ سختي آندي آهي. صوبائي اسيمبلين جو ٽٽڻ ته اٽڪر تي ويو آهي، پر ان عمل سان صدر اسحاق جي حمايتي ٽولي ۾ جيڪا بيچيني پيدا ٿئي ٿي، اها خود صدر صاحب لاءِ وڏي تڪليف ڏيندڙ آهي. پاڪستان جي سياست ۾ سڀ ڪجهه جائز لڳو پيو آهي. جنهن ڪري مستقبل بابت ڪو تجزيو ڪرڻ ڏاڍي ڏکي ڳالهه آهي. تڏهن به صدر اسحاق خان لاءِ ٻيهر صدر چونڊجڻ مشڪل بڻجي ويو آهي. هن وقت صدر اسحاق خان، اڳوڻي وزيراعظم نواز شريف جي مقرر ڪيل اعليٰ عملدارن کي به هٽائي ڇڏيو آهي. سندس لاڙو ايندڙ صدارتي چونڊ ۾ ٻيهرچونڊجڻ بجاءِ پنهنجي ۽ سندس ساٿين لاءِ مستقبل ۾ تحفظ جي خاطري طرف وڌيڪ ٿو لڳي.

# پاڪستان ڪي دهشتگردي جو دڙڪو

پاڪستان جي سياسي چڪتاڻ جو ويجهڙائي ۾ ڪو انت ئي نظر نہ ٿو اچي، هڪڙا مسئلا ختم نہ ٿا ٿين تہ ٻيا ٿا انهن جي ڪک مان جنم وٺن. پاڻ وارن سياستدانن ۽ ڪاموراشاهي ملڪ کي مسئلستان بڻائي ڇڏيو آهي. ملڪي سياسي مانڊاڻ مائي ٿيڻ بجاءِ قوم جون متون منجهائي ڇڏيون آهن. صدر غلام اسحاق خان ائين آئني ترميم جي تلوار سان نواز شريف جي وزيراعظمي جي سسي ڌڙ کان ڌار ڪري ٽيليويزن تي قوم کي خوشخبري ٻڌائي تہ هاڻي قوم تان ڏمر ٽريو ۽ اجهو ٿا خوشحالي جا گل ٽڙن. خلقت بہ سمجهيو تہ ٻن وڏن وچ ۾ سياسي ملاکڙي جو انت اچي ويو ۽ معين قريشي جي نگران حڪومت ۾ سڀ مسئلا راتو رات حل ٿي ويندا. پر صوبائي اسيمبلين جي ٽٽڻ يا برقرار رهڻ، ملڪ جي معاشي بحران، خاص طور پرڏيهي سطح تي آمريڪا طرفان پاڪستان کي دهشتگرد قرار ڏيڻ واري دڙڪي وري ماڻهن کي ننڊ مان اٿڻ سان اخبارون پڙهڻ ۽ بي بي سي ٻڌڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو آهي. هتان جي سرڪاري سڌ سماءَ جي ذريعن هن جديد مواصلاتي دور ۾ بہ اهڙي تہ پت ساک قائم ڪئي آهي جو ماڻهو ملڪي ريڊيو يا ٽيليويزن جي خبر کان جمع ٻڌڻ واري خبر کي وڌيڪ ٿا ترجيح ڏين. ملڪي سياسي چڪتاڻ تي تہ گهڻو ڪجهہ لکجي چڪو آهي، تنهن ڪري اچو تہ ملڪ کي درپيش سڀ کان وڌيڪ سنگين نوعيت جي مسئلي، آمريڪا طرفان پاڪستان کي دهشتگرد ملڪ قرار ڏيڻ واري ڌمڪي جو جائزو وٺون.

اڳوڻي سوويت يونين جي ٽڪرانٽڪرا ٿيڻ جو سڀ کان اهم سبب اتان جي اقتصادي پاليسي جي ناڪامي ۽ معاشي بحران بڻيو. ملڪ جي ڪجهہ رياستن وچ ۾ قومي ۽ حد بندي جهڙا تڪرار موجود هئا، پر اهي سوويت يونين جهڙي ملڪ جي قابو پائڻ کان ٻاهر نہ هئا. دنيا جي هن وڏي ۾ وڏي جنگي طاقت واري ملڪ کي جنهن ڳالهہ گوڏا کوڙڻ تي مجبور ڪيو، اها اتان جي معاشي بدحالي هئي، جيڪا سندس آمريڪا سان ڊگهي سرد جنگ جي نتيجي ۾ پيدا ٿي. اڳوڻي

سوويت يونين ۾ ڪا انفرادي قوت يا قدرتي وسيلن جي کوٽ ڪانه هئي، پر آمريڪا اهڙا ته سبب پيدا ڪيا جو سوويت يونين ملڪي وسيلن کي ڪتب آڻڻ بجاءِ سمورو ڌيان هٿيارن جي انبار لڳائڻ، دنيا ۾ ڪميونزم نظرئي جي ڦهلاءَ ۽ ٻين ملڪن جي اندروني معاملن ۾ فوجي مداخلت طرف ڏئي، پاڻ کي جنگي حالتن ۾جڪڙي ڇڏيو هو. ايٽمي هٿيارن جي ڏس ۾ ايترو ته اڳتي نڪري ويو جو ١٩٨٠ع ۾ فوجي ماهرن جي راءِ موجب هو هٿيارن جي پيٽ ۾ آمريڪا کان چئوڻو طاقتور ٿي ويو هو. نتيجي ۾ هن جو معاشي نظام ڊانوانڊول ٿي ويو ۽ ملڪ جا سمروا وسيلا هٿيارن جي تياري تي ڪتب اچڻ لڳا ۽ ماڻهو بک مرڻ لڳا. نيٺ دنيا جي نقشي ۾ ڏار پئجي ويا ۽ آمريڪا دنيا ۾ اڪيلو سپر پاور بڻجي ويو. ايڏي وڏي عالمي تبديلي جو اثر سموري دنيا جي ملڪن تي پيو. ڪيترن ئي ملڪن مان راتو رات سوشلزم جي تڏا ويڙهه ٿي ويئي. يورپ جي دل ۾ واقع يوگوسلاويا جي رياستن به وفاق کي الوداع ڪيو.

سرد جنگ جي فاتح اڳوڻي آمريڪي صدر بش دنيا کي نئون روپ ڏيڻ جي ضرورت محسوس ڪندي، نيو ورلڊ آرڊر متعارف ڪرايو. جنهن ۾ هن هر ملڪ کي آمريڪا جي خواهش مطابق ڏسڻ ٿي چاهيو. اڳوڻي صدر بش جي نيوورلڊ آرڊر جو نشانو ترقي پذير ملڪ خاص طور اهي اسلامي ملڪ بڻيا جيڪي پنهنجي بچاءَ جي حد تائين جنگي طاقت رکندا هئا يا وٽن ڪنهن حد تائين ايٽمي صلاحيت موجود هئي. بش نه ٿي چاهيو ته ڪو اسلامي ملڪ جنگي طاقت يا ايٽمي صلاحيت رکندڙ هجي. ان ڪري هن پهرئين مرحلي ۾ عراق ايران کي نشانو بڻايو ۽ پاڪستان جي امداد به بند ڪري ڇڏي. نه رڳو ايترو پر پاڪستان کي پنهنجي ايٽمي پروگرام پڌري ڪرڻ، آمريڪي ماهرن جي ٽيم کان ان جي معائني ۽ ان کي ١٩٧٨ واري صلاحيت تائين پوئتي گهٽائڻ جو چئي، آمريڪي امداد کي به ايٽي پروگرام سان مشروط ڪري ڇڏيائون.

موجوده آمريڪي صدر بل ڪلنٽن بش کي صدارتي چونڊن ۾ هار ڏيڻ کانءِ پوءِ اعلان ڪيو ته آمريڪا پنهنجي پرڏيهي پاليسي ۾ تبديلي نه آڻيندو، ڇو ته هن پنهنجي پيشرو صدر بش جي سوويت يونين تي آزمايل ان ڪامياب نسخي کي ڪيئن ٿي ضايع ڪيو ته، ڪنهن به ملڪ کي گوڏا ڪوڙائڻ تي مجبور ڪرڻو هجي ته ان کي اقتصادي لحاظ کان ڪنگال بڻايو وڃي ۽ اهڙا سبب پيدا ڪيا وڃن، جيئن هو معاشي گهوٽالي جو شڪار ٿئي. صدر ڪلنٽن ان آزمايل نسخي تي عمل

ڪندي تازو نه رڳو لبيا، ڪيوبا، ايران، عراق ۽ اتر ڪوريا جي ڪروڙين رپين جا اثاثا، اقتصادي دهشتگردي جي الزام ۾ منجمند ڪري ڇڏيا آهن. پر پاڪستان کي دهشتگرد ملڪن جي صف ۾ شامل ڪرڻ واري اشو کي زور وٺايو آهي. اهو ذهن خالي نه آهي جو آمريڪي سفير ان اشو تي ڪو نئون بيان جاري نه ٿو ڪري. ترقي پذير ملڪ پاڪستان جيڪو ٻڳهي عرصي کان امداد بند هجڻ سبب معاشي خساري جو شڪار آهي، ان لاءِ اهڙو دڙڪو معمولي ڳالهه نه آهي. ظاهري طور پاڪستان کي اها سزا ڪشميري مسلمانن جي مدد ڪرڻ جي الزام ۾ ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي پئي وڃي پر حقيقت ۾ ان جو ڪارڻ پاڪستان جو ايٽمي پروگرام آهي، جيڪو آمريڪا ۽ ان جي ساٿارين جي اکين ۾ چڀي ٿو. آمريڪا ان حد تائين پاڪستان کي آڇ ڏئي چڪو آهي ته جيڪڏهن پاڪستان پنهنجي ايٽمي صلاحيت کي ١٩٧٨ع جي سطح تائين گهٽائي ته نه رڳو ان مد ۾ ٿيل سمورو نقصان ۽ خرچ به آميريڪا ادا ڪندو پر بند ڪيل امداد به جاري ڪندو. سوال ٿو پيدا ٿئي ته آمريڪي حڪومت ايترو دٻاءُ هندستان يا اسرائيل تي ڇو نه ٿي وجهي، جيڪي ايٽمي لحاظ کان پاڪستان کان گهڻو اڳتي نڪري چڪا آهن. ان مان ظاهر ٿئي ٿو ته آمريڪا لاءِ اسلامي ملڪن جي جنگي طاقت برداشت کان ٻاهر آهي ۽ هو ڪنهن به نموني انهن ملڪن کي معاشي گهوٽالي جو شڪار بڻائي پنهنجو مقصد حاصل ڪرڻ چاهي ٿو.

پاڪستان هن وقت تائين پنهنجي ايٽمي پروگرام تان هٿ ڪڻڻ يا ان ۾ گهٽتائي آڻڻ لاءِ تيار ناهي. پاڪستان جو مؤقف آهي ته سندس ايٽمي پروگرام پرامن مقصدن لاءِ آهي. تازو صدر غلام اسحاق خان آمريڪي سفير جان ڪيمرون سان ٻڳهي گڏجاڻي کان پوءِ ڪيس وري به واضح ڪيو ته پاڪستان ڪنهن به صورت ۾ قومي مفادن تي سوديبازي ڪرڻ لاءِ تيار ڪونهي. توڙي جو آمريڪي سفير پاڪستاني صدر کي ٻڌايو ته پاڪستان دهشت گرد ملڪن واري لسٽ ۾ شامل ناهي. تڏهن به هن ٻئي بيان ۾ چيو هو ته ڪنهن به ملڪ کي مڪمل ثابتين گڏ ٿيڻ جي صورت ۾ ڪنهن به وقت دهشتگرد قرار ڏئي سگهجي ٿو.

پاڪستان طرفان وقت به وقت آمريڪا کي يقين ڏيارڻ جي ڪوشش ڪئي پئي وڃي آهي ته پاڪستان ڪنهن به دهشتگردي واري سرگرمي ۾ ملوث ناهي. نواز حڪومت دوران خود وزيراعظم ۽ چوڌري نثار علي آمريڪا وڃي آمريڪي حڪمرانن کي مطمئن ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پر ڪين همت افزا موٽ

نه ملي ڇو ته آمريڪا ڪي ڪشمير جو مٽي ۾ سور ناهي.

تازو مخالف ڌر جي اڳوان محترمه بينظير ڀٽو سي اين اين جي دعوت تي آمريڪا وڃي ان مسئلي بابت جيڪي وائٽ هائوس جي عملدارن سان ڳالهيون ڪيون آهن، انهن ڪي خاص اهميت ڏني ٿي وڃي پر بينظير ڀٽو صاحبه به فقط مهلت وٺي آئي آهي ته چونڊن تائين ان معالي ڪي مڪمل ڪيو وڃي ۽ نئين چونڊيل حڪومت ان جو سياسي حل ڳوليندي.

پاڪستان جي موجوده اندروني سياسي ڇڪتاڻ جو گهرو اثر ملڪ جي معيشت تي پيو آهي، پاڪستان ۾ سيڙپ جو عمل رڪجي ويو آهي ۽ ملڪ معاشي لحاظ کان ڪنگال بڻجندو پيو وڃي ۽ جمهوري عمل جي پختگي جي ڪابه ضمانت ناهي. آمريڪا جي دڙڪي جي سنجيدگي جو اندازو ان مان لڳائي سگهجي ٿو ته پاڪستان جي امداد بند ڪرڻ سان گڏ ان کي معاهدو ٿيل ۽ رقم ادا ڪيل ايف- ١٦ جهازن جي فراهمي به معطل ٿي ويئي آهي. جيڪڏهن ان صورتحال ۾آمريڪا دهشتگرد قرار ڏيڻ واري تلوار وهائي ڪيڏي ته ڇا ان صورت ۾ قوم ۽ ملڪ برداشت ڪرڻ ۽ پنهنجو پاڻ تي پاڙڻ جي حالت ۾ آهي؟ ان بابت ملڪ جا حڪمران ۽ وڏا سياستدان بهتر ڄاڻندا هوندا، پر اهڙي سنجيده قومي مسئلي کي منهن ڏيڻ لاءِ قومي سطح تي تياري بنهه گهٽ ٿي ڏيکارجي ۽ سياستدان اڃا تائين ملڪي سياسي گهوٽالي کي حل ڪرڻ لاءِ ڪا واٽ ڳولي نه سگهيا آهن.

# گونگا ڳوڙها

ڪراچي پريس ڪلب جي صحن واريون سموريون ڪرسيون خالي ٿي چڪيون هيون. صحافين جي ٻٽاڪن ۽ اپ ٽاڙ ٽهڪن سان گڏ وڻن ۾ پکين جا چرڙاٽ به سانت ۾ تبديل ٿي چڪا هئا. مرڪيوري بلب ڪير جهڙي سفيد روشني پلٽي رهيا هئا. اڄ گهر وڃڻ لاءِ لفٽ ملڻ جي اميد ڪانه هئي، لڪي اسٽار بس اسٽاپ تائين پيرن تي وسائڻو هو. خيالن جي دنيا ۾ گم، تيز وکون کڻندو بنا بريڪ جي سگنل پار ڪندو ٿي ويس. زيب النساءِ مارڪيٽ وٽان ڪلهن تائين ننگين ٻانهن ۽ رانن تائين اگهاڙين ڄنگهن واريون گوريون به منهن جي خيالن جي تاجي کي ٽوڙي نه سگهيون هيون...

"سَکي هيڏي آءُ ڪاڪا ڪٽي ويندئي"

اوپري ماحول ۾ اوچتي سنڌي عورت جي سڏ تي ڇرڪ نڪري ويو- قدم رکجي ويا. سراوان هوٽل سامهان، ايلفي گيلريا نالي جڙندڙ عمارت جي پوئين ڪنڌ ڪان زمين تي ميريون رلهيون وڇايل، هڪ پاسي ڪان ميرن ڪپڙن سان سٽيل ڇڳل ڇپا ۽ ڪجهه گودڙيون رکيل- وچ تي دونهين دکيل ۽ پريان هڪ پيرسن مرد دنيا ڪان بيخبر سٽل- دکايل دونهين پرسان ويٺل هڪ پيرسن ۽ ٻي اڌڙوٽ عورت، روڊ تي ڪيڏندڙ ننڍڙي ڇوڪريءَ کي وري وري تي سڏيائون. ڪين ٻڌ تي لڳو ته متان روڊ تان تيزيءَ سان گذرندڙ گاڏيون سندن جهولي نه خالي ڪري ڇڏين. ننڍڙي نينگري ماحول ڪان لاپرواهه پنهنجي ڌن ۾مست پنن ۽ پائن ميڙڻ ۾ مشغول هئي. شايد هن اهي پنا باهه ٻارڻ لاءِ ٿي ميڙيا.

اڙي! هي ته هت سانوڻ ڪان وٺي ترسيل آهن. ايڏي وڏي شهر جي ايترين عاليشان عمارتن ۾ اهڙي ڪابه ڇت ڪانهي، جيڪا هنن ڌرتيءَ ڌڻين لاءِ ڇپر ۽ ڇانورو ٻڻجي سگهي ڇا هن ڌرتيءَ تي هنن جو ڪو به اجهو ڪونهي؟ ڇا هي پيڙهين ڪان بي گهر آهن يا حالتن جي بي رحمي سبب بي گهر ٻڻيا آهن؟ اندر ۾ آنڌ مانڌ وڌي ويئي ۽ پاڻ تي قابو پائي نه سگهيس. متان بيٺل ڌسي هو ڇرڪ پري ويون. حيراني ۽ پريشاني واري گڏيل ڪيفيت ۾ مونکي تڪڻ لڳيون. هنن

سمجھيو تہ شايد ھن جڙندڙ عمارت جو منشي ڪين اٿارڻ آيو آھي. مان چلھہ تي پلٿي ھڻي ويھي رھيم. "امان پريشان نہ ٿيو. مان بہ توھان جھڙو مسافر آھيان .ٻہ گھڙيون ويھڻ ڏيو تہ توھان جا ٿورا ٿيندا."

سنڌي ۾ ڳالھائڻ سبب ھنن ۾ پنھنجائپ ۽ روايتي مھمان نوازي وارا جذبا ابري آيا.

"پٽ اسان جون اکيون ٺڏيون- پلي ويھہ پر اسان فقير مسڪين ماڻھن ۾ تنھنجو ڪھڙو ڪم؟ پيرسن عورت سواليہ لھجي ۾ چيو.

"امان توھان اصل ڪٿان جا آھيو؟ ھن بي رحم شھر ۾ ڪيئن پھتؤ؟ ڳوٺ ويندا بہ آھيو يا پنھنجو دائمي ديرو ھت بڻايو اٿوَ؟" مان ھڪ ساھي ۾ ڪائڻ ڪيترائي سوال پڇي ورتم.

"پٽ ڏکويلن جا ڏک نہ ڦولھين ھا تہ چڱو ھو" ھن ٿڌو شوڪارو ڀريو ڳوڙھا سندس اکين ۾ تري آيا. نيٺ منھنجن سوالي نظرن ڪيس ڏکن جي ڪھاڻي ٻڌائڻ تي مجبور ڪري ورتو.

"اسان شڪارپور ضلعي ۾ 'شيخن جي ڳوٺ جا رھاڪو آھيون. اتي پيڙھين کان ڳوٺ جي وڏيري جي زمين تي هارپو ڪندا ھئاسين. اسان جي پيري جو سھارو اڪيلو پٽ ھو. پيءُ جي پوڙھي ٿي وڃڻ ڪانپوءِ ھو بہ ساڳي ٻني تي ڪڙمت ڪري ٻچا پاليندو ھو. اسان جي ملڪيت رڳو ھڪ ڍاندن جو جوڙو ھو، جيڪو ئي اسان جي تباھي بڻيو. ھڪ نياڳي رات جو چور اھو ڍاندن جو جوڙو ڇوڙي اجا ڪڙھہ مس ٽپيا تہ ڪتن جي باھوڙ تي علڻ جاڳي پيو ۽ کھاڙي ڪٺي چورن پنيان ڪاھي پيو. ھڪل ڏيڻ شرط ظالمن بندوق ھڻي منھنجي ٻچڙي کي ماري وڌو. اسان جي پيريءَ جي سھاري واري لٺ ڪسجي ويئي. پريان ويٺل منان سندس ونی آھي. اھا بہ جائي جم جي يتيم آھي. اسان لاءِ اھا ننڍڙي سڪينائي بس نشاني ڇڏي ويو." ڪراڙيءَ جون اکيون ساوڻ جي برسات وانگر وسي پيون ۽ آواز ڳرو ٿي ويس. ڏکن جي ماريل منان جا بہ نيروھڻ لڳا. ھوءَ يڪو خاموش ويٺي ھئي. ھڪ لفظ بہ نہ ڳالھايو ھئائين، پر سندس گونگا ڳوڙھا ھن جي حياتيءَ جي سمورن ڏکن سورن ۽ پيڙائن جي ڪھاڻي ٻڌائي رھيا ھئا. سڪي نماڻين نيڻن سان مونکي ڏسي رھي ھئي ۽ ميڙيل پنن جي ڍڳ مان ھڪ ھڪ پنو ڪري باھہ ۾ اڇلائي رھي ھئي. باھہ جھٽڪي سان پنن کي ساڙي اجھامي ٿي ويئي. ان حرڪت سان ھن کي لطف ٿي آيو. پيرسن عورت سندس ڳوڙھا اگھندي وري ڳالھائڻ شروع

ڪيو.

"ٻچڙي علڻ جي جدائي ڪانپوءِ گهر ۾ ڳوٺ ڪائڻ پئي آيو. وڏيري توڙي سرڪار ڪنهن ڪي ڪا ڪهل نه آئي، جو چورن کي ٽنگائين يا اسان جي سار لهن. ڪڏهن نه وڏيري ڪا پاڻي اٽي جي ڏياري موڪلي. جيڪي گندي ۾ داڻا هئا، سي به ختم ٿي ويا. ڪراڙو جڏو روئڻ ڪانسواءِ ڪجهه به نه ٿي ڪري سگهيو. ڪو ويجهومت مائٽ ته هو ئي ڪونه، پر ڳوٺ وارن مان به ڪنهن ڪڏهن نه پڇيو ته ڪهڙن حالن ۾ آهيو. نيٺ ويلن جا ويلا لنگهڻ کانپوءِ لڳاسين. مان ۽ ڪراڙو اڪيلا هجون ها ته اتي اباڻن ککن ۾ بک مرڻ کي پلو سمجهون ها، پر هن ٻچڙي جي نشاني کي بک مرندي نه پيا ڏسي سگهون. شرم کان ڳوٺ ۾ ڪنهن کان نه پئي گهري سگهياسين. نيٺ ڌڪا ٿاٻا ڪائيندي اچي هت پهتا آهيون، اڳي ته هت به پوليس وارن جو آزار هوندو هو. ڪنهن گاهه واري زمين يا چڱي هنڌ تي ويهنداهئاسين ته متان ڏنڊي جو زيپٽ هوندو هو. موئا ماريا پن جا پئسا به ڦري ويندا هئا. رڳو هت ئي پهريون پيرو گهٽا ڏينهن ٽڪيا آهيون. اجا ڪنهن اٿاريو ناهي. تون متان آئين ته اسان سمجهيو شايد اٿارڻ لاءِ آيو آهين. ڳالهه ڪاٽيندي پڇيو مانس ته پلا ڪڏهن ڪڏهن ڳوٺ به وڃڻ ٿيندو اٿئو؟

"ابا ڳوٺ وڃڻ لاءِ دل ته نه چوندي آهي، پر ٻچڙي جي قبر تي ختمو ڏيارڻ لاءِ ويندا آهيون، جڏهن به پاڙي لاءِ چار ڏوڪڙ بچندا آهن ته ڳوٺ ويندا آهيون. هاڻي ته منهڙو به ٻهي ويو آهي ۽ گهر جي لوڙهي جا ڏنگهر به ڳوٺ وارا ڪٽي ويا. بس ٻچڙي جي قبر تي آسيس ايندي آهي. جيستائين سري ۾ ساهه آهي ته پني به ٻچڙي کي ختمو ڏياريندي رهنديس. خبر ناهي ته هن مار پئي حياتيءَ جو سفر ڪڏهن پورو ٿيندو......

"پر معصوم سڪينا کي ته اجا حياتي جو سمنڊ جهاڳڻو پيو آهي...!!

مون بنا ڪنهن سان مخاطب ٿيندي چئي ڏنو. پيرسن ۽ اڌڙوٽ عورت جون هڪ ئي وقت آڱريون متي ڪجي ويون. ان وقت ننڍڙي سڪينا اخبار جو جيڪو ٽڪرو باهه ۾ اڇلي رهي هئي، ان تي هڪ وڏي سياستدان جو فوٽو سان گڏ بيان ڇپيل هو،جنهن جي سرخي هئي ته "اسان حڪومت ۾ اچي غريبن کي اجهو فراهم ڪنداسين" باهه جي شعلي پڙڪي سان ڪاغذ جي ٽڪري کي لپيٽ ۾ آڻي ڇڏيو. هن بچيل سمورا ڪاغذ به ڪٽي باهه ۾ اڇليا.... باهه جي شعلن پڙڪو ڪاڍو مونکي باهه جي شعلن ۾ ان سياستدان جي تصوير سان گڏ انهن سيني لٽيرن، ڦورن، وڏيرن، ميرن ۽ پيرن جا چهرا به سڙندي نظر آيا، جيڪي اهڙن مسڪين ماڻهن جي نالي تي ڪرسيون ماڻي پنهنجين ٽجوڙين کي پريندا ۽عياشيون ڪندا رهن ٿا.

# سنڌي پريس کي ڏاري اک

پاڪستان فيڊرل يونين آف جرنلسٽ (PFUJ) جو چيئرمن نثارعثماني، سائين علي احمد بروهي، ڪي يو جي ۽ ايپنڪ جا اڳواڻ مظهر عباس ۽ شفيع الدين اشرف هلال پاڪستان جي ڪارڪنن جي چانهه پيئڻ آيا ته هنن اخبار جي سڌاري ۽ واڌاري لاءِ ڪيتريون ئي ڪارائتيون ڳالهيون ٻڌايون. اتي هڪ ڳالهه جيڪا نثار عثماني چئي سا سنڌي صحافت جي حوالي سان ڏاڍي غور طلب لڳي. هن چيو ته "هڪ اخبار سٺي خبر سان گڏ سٺي تصوير وسيلي پنهنجا پڙهندڙ پيدا ڪندي آهي ۽ هڪ سٺي تصوير ڇهن سٺين خبرن جي برابر هوندي آهي!" واقعي ڪئميرا جي اک ڏاڍي تيز ٿئي ٿي ۽ "اخبار جي اک ڪئميرا ٿيندي آهي!" پر افسوس ته ڪراچيءَ جي سنڌي اخبارن کي پنهنجي اک ڪانهي. اهي ڏسنديون آهن پر ڏاري ۽ مسواڙي اک وسيلي! مان پنهنجي ڳالهه کي اڃا به چٽو ڪندو هلان ته ڪراچيءَ جي مڙني سنڌي اخبارن ۾ هڪ به سنڌي فوٽو گرافر ڪونهي!

فوٽو گرافر سرگرم صحافي سمجهيو ويندوآهي. هو اهم واقعن منظرن کي ڪئميرا جي اک وسيلي تصوير جي صورت ۾ محفوظ ڪري وٺندو آهي ۽ اها تصوير ڏسندڙن سان پنهنجي ٻوليءَ ۾ ڳالهائيندي آهي. پر سنڌي اخبار جا قاري مجبور آهن، اها تصوير ڏسڻ تي جيڪا غير سنڌي فوٽو گرافر جي اک ڏسي ۽ مجبور آهن اها ڳالهه ٻڌڻ تي جيڪا انهن جي تصوير ٻڌائي. سوال ٿو پيدا ٿئي ته جڏهن ڳالهه ڪجي ٿي صحافت جي ته اتي سنڌي صحافي ۽ غير سنڌي صحافيءَ جي ڳالهه ڇوٿي نڪري. ڪٿي اها تعصب پرستي ته شمار نه ٿيندي؟ نه.... هر گز نه. مان صحافيءَ کي فقط صحافي سمجهان ٿو ۽ ان جي مقدس پيشي تي شڪ نه ٿو ڪريان پر ايترو ضرور آهي ته سنڌ جي مسئلن تي، سنڌين سان ٿيندڙ ڏاڍاين، بيواجبين ۽ ارهه زوراين تي ۽ سنڌين جي حقن تي لڳندڙ راتاهن تي سنڌي صحافيءَ ۽ غير سنڌي صحافي جي نظر ۾ وڏو فرق آهي. سنڌي صحافيءَ جي قلم ۽ غير سنڌي صحافيءَ جي راءِ ۽ نقطه نظر ۾ ڏينهن رات جهڙو فرق آهي. غير سنڌي ڪئميرا مين جي اک ڪراچي شهر جي ڪنهن ڪنڊ ۾ ڪچري جو ڍڳ ته ڏسي

وٺي ٿي پر ڪراچي ڀهراڙي جي ڪنهن ڳوٺ جا ٿَلَ پَگل رستا نه ٿي ڏسي سگهي. ٽنڊو ڀاول جو واقعو هجي يا شاهبندر جو واقعو پر ٻنهي طبقن جي صحافين جي قلم ۾ جوش ۽ جنبش الڳ الڳ آهي. سنڌين جا ڳوٺ ڊهن يا ڪونڊر ڪسجن، ان وقت غير سنڌي فوٽوگرافر جي اک الاءِ ڇو ٻوٽيل رهي ٿي. تازن وڳوڙن ۾ پوليس جي تاڙيل بندوقن جون تصويرون ۽ ايم ڪيو ايمي دهشتگردن جي "وڪٽري" ج نشان ته اخبارن جي زينت بڻجي سگهيا، پر اهي هٿ ڪئميرا جي اک کان اوجهيل رهن ٿا، جيڪي زنده ڊرائيور سميت بس کي ساڙين ٿا... ايمبولينسن کي ساڙين ٿا ۽ معصوم جانين کي بيگناهه گولي جو نشانو بڻائين ٿا. اڪثريت جي راءِ آهي ته گذريل جمعي کان ايم ڪيو ايم الطاف گروپ جي "جيل ڀريو تحريڪ" ۾ شدت، پوليس ۽ فوٽوگرافرن وچ ۾ٿيل ڇڪتاڻ ڪانپوءِ پيدا ٿي. جڏهن ايم ڪيو ايم جي اڳائي سئو کن ڪارڪنن اهو ڏٺو ته پوليس کي ڌاڪو کن فوٽوگرافر ئي موچڙيڪاري ڪن ٿا ته پوءِ هو ڇو ٿا پوئتي هٽن. پريس فوٽوگرافرن ۽ پوليس جي ڇڪتاڻ ئي ايم ڪيو ايمي غنڊن جي جوش جو سبب بڻي. اهڙو واقعو سنڌي اسيمبليءَ ۾ به پيش اچي چڪو آهي، جڏهن ايم ڪيو ايم جي انتهاپسند ڪارڪنن ۽ ميرنادرمگسي جي باڊي گارڊن وچ ۾ ٺڦا ٺڦي ٿي ته لپيٽ ۾ هڪ فوٽوگرافر به اچي ويو ۽ ڳالهه وڃي پري پيئي...! صحافين تي تشدد ته پري جي ڳالهه آهي پر ڪنهن به وسيلي کين زيربار ڪرڻ به ننڍا جوڳي ڳالهه آهي. هت ڳالهه اها ٿي ڪجي ته اهڙي سرگرم صحافي پريس فوٽوگرافر طبقي ۾ سنڌي نوجوان ڇونه ٿا ڇن؟ جڏهن سنڌي نوجوان ايترا بيروزگاري جو شڪار به آهن ته پوءِ هو فوٽوگرافيءَ جهڙو دلچسپ پيشو اختيار ڪري، روزگار جي حصول سان گڏ ان کوٽ جو پورائو ڇو نه ٿا ڪن؟

هن وقت صورتحال اها آهي ته پريس فوٽوگرافرس ائسوسيئيشن جي ڪنهن عهديدار کان وٺي عام ميمبر تائين هڪ به سنڌي نه آهي. اخباري ڪارڪنن جي ٻين تنظيمن ڪي يو جي يا ايپنڪ ۾ ڪٿي سنڌي صحافي ۽ ٻيا اخباري پورهيت انّي ۾ لوڻ برابر شامل آهن، ته انهن تنظيمن جا وري هلال پاڪستان کان سواءِ ڪنهن به سنڌي اخبار ۾ يونٽ ناهن. خبر ناهي ته اخبار جا مالڪ اخباري پورهيتن جي تنظيمن کان ائين ڇو پيا لنوائين جيئن "ڪانءُ ڊڄي ڪمان کان" جڏهن نه اهي تنظيمون انهن اخبارن لاءِ ڪارائتيون ثابت ٿي سگهن ٿيون. سڄي دنيا ۾ اها ڳالهه مڃيل آهي ته صحتمند صحافت لاءِ اخباري ادارن ۾ اخباري

پورهيتن جي ٽريڊ يونين ضروري آهي. اهي تنظيمون جيڪڏهن ڪنهن صحافي جي حقن ۽ روزگار لاءِ ڏي آهن ته سرڪار جي ناجائز ڏمر اڳيان اخبارن لاءِ پڻ ڍال بڻجي سگهن ٿيون. پر ان جو دارومدار آهي "اخباري وڏيرن" جي سوچ ۽ پسند ناپسند تي. اسا جي سنڌي اخبارن جا مالڪ رڳو سنڌي صحافين کي ائين ٽا نپوڙڻ چاهين، جيئن چاڪي پيڙي سرنهه کي! جيڪڏهن اخباري مالڪ پورهيتن جي حقن جا قائل ٿين ۽ سنڌي فوٽوگرافرن لاءِ گنجائش پيدا ڪري سنڌي نوجوانن کي همٿائين ته جيڪر ان ميدان ۾ به اسان جي نمائندگي ٿي سگهي. صحافت سان دلچسپي رکندڙ نوجوانن کي به ڪپي ته اهي صحافت جي ٻين شعبن جهڙوڪ رپورٽنگ ۽ ايڊيٽوريل ڪان سواءِ فوٽوگرافيءَ جهڙي شعبي ۾ به اچن. هڪ فوٽوگرافر جو شروعاتي اسڪيل به هڪ سب ايڊيٽر ۽ اسٽاف رپورٽر برابر هوندو آهي ۽ ان لاءِ به ساڳيون رعايتون ۽ ترقيون آهن ته پوءِ هي کهڙو اوکو ڪم آهي، جنهن ۾ سنڌي نوجوان پوئتي ٿو رهي. اميد ته منهنجي هن نماڻي گذارش تي ضرور غور ٿيندو.

# ڏاهي ڌيءُ کي قيدي پيءُ
# جو نرالو تحفو

ڪراچي پريس ڪلب ڪي جمهوريت لاءِ جدوجهد واري جنگ جو مضبوط مورچو سڏيو ويندو آهي. جڏهن آمريت واري دور ۾ سماج جا اڪثر طبقا ڪل بچائڻ ۾ پورا هئا ته هتان جي صحافين ئي پهريون پيرو آمر ڪي للڪاريو هو، جلسا جلوس ڪيا هئا ۽ جيل جون سختيون سٺيون هيون. ان جدوجهد ۾ هيءَ جڳهه نه رڳو صحافين لاءِ پر سمورين جمهوريت دوست قوتن لاءِ آڪاڙو هئي. آمريت جي بڇڙي دور ۾ ڪڏهن به ڪنهن حڪمران ڪي جرئت نه ٿي ته ڪلب جو در اورانگهي سگهي. اهوئي سبب آهي جو اڄ جمهوريت دوست ڌريون هن جڳهه ڪي مان ڏين ٿيون.

سال ۱۹۹۴ع جي پهرين جون اربع جي شام محترمه بينظير ڀٽو صاحبه ان ئي هنڌ تي شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جي خط "ماءِ ڊيئريسٽ ڊاٽر" جي سنڌيڪار شيرمحمد ڪهاوڙ جي دعوت تي، ان جي سنڌي ترجمي "منهنجي پياري ڌيءُ" جي مهورت ڪئي، جتي هن نواز شريف جي دور ۾ اردو جي ناميارې شاعر حبيب جالب جي شاعري جي مجموعي جي مهورت ڪئي هئي.

هيءَ ڪراچي پريس ڪلب جي تاريخ ۾ پهريون پيرو هوته ڪو وزيراعظم پريس ڪلب ۾ آيو هجي. خوشيءَ جي ڳالهه اها آهي ته اهو اعزاز "هلال پاڪستان" جي نوجوان صحافي ڀاءُ شير محمد ڪهاوڙ جي ڀاڱي ۾ آيو، جنهن سڪ ۽ خلوص سان شهيد ڀٽي طرفان راولپنڊي جيل جي اداس ڪال ڪوٺڙيءَ مان سنڌس نياڻي ڪي لکيل تاريخي خط ڪي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري، ڪتابي صورت ۾ ڇپرايو. هي به عجب اتفاق آهي ته شيرمحمد انهيءَ "ٻوٽي" جو ٽڙيل گل آهي، جنهن جو ڏنڊڻ ڪراچي شهر جي زرخيز زمين ۾ "هلال" جي صورت ۾ شهيد ذوالفقار علي ڀٽي ئي لڳايو هو. ها! "هلال پاڪستان" ڪي اڄ کان ۲۵ سال اڳ ڪراچي ۾ شهيد ذوالفقار علي ڀٽي ئي قائم ڪيو هو ۽ اها اڄ به ان ئي تاريخ جڳهه مان پئي نڪري، جيڪا شهيد جي وڪالت واري آفيس هئي!

شهيد ذوالفقار علي ڀٽي پنهنجي خط ۾ پنهنجي نياڻي محترمه بينظير

ڀٽو کي "My Dearest Daughter" جي لفظن سان مخاطب ڪيو آهي. "ڊيئريسٽ" صفت جي آخري ڊگري آهي، ٻين لفظن ۾ پيار جي اها آخري حد آهي! والدين کي اولاد سڀ پيارو هوندو آهي. پر ڀٽو صاحب محترمه بينظير ڀٽو کي نه رڳو "ڊيئريسٽ" سڏي ٿو پر هن جي ذهانت، ارادي جي پختگي، صلاحيت ۽ ڏاهپ جو به اقرار ڪري ٿو. هو خط جي منڍ ۾ ئي لکي ٿو ته، "منهنجي ڌيءَ جواهر لال نهرو جي ڌيءَ کان، جنهن کي پارٽ جي ديوي چيو وڃي ٿو، ڪيترائي ڀيرا وڌيڪ ڏاهي آهي. آئون ڪو جذباتي يا ذاتي قسم جو اندازو نه ٿو ڪريان پر اها منهنجي ايمانداريءَ واري راءِ آهي".

هو وڌيڪ لکي ٿو ته "تنهنجي صلاحيت ۽ ڏاهپ توکي ڪيڏانهن وٺي ويندي؟ عام طور تي اها صلاحيت ۽ ڏاهپ توکي اعلىٰ رتبي تي پهچائيندي، پر اسان هڪ اهڙي معاشري ۾ زندگي گهاري رهيا آهيون جتي ڏاهپ ۽ صلاحيت هڪ خامي ڳڻي ويندي آهي. جڏهن ته هڪ ساهه منجهائيندڙ معمولي قسم جي ذهانت کي اثاثو سمجهيو ويندو آهي."

جون ١٩٧٨ع ۾ شهيد ذوالفقار علي ڀٽو طرفان سندس ڌيءَ محترمه بينظير ڀٽو بابت قائم ڪيل راءِ واقعن جذباتي نه هئي ۽ هڪ مدبرانه راءِ هئي، جنهن جي سچائي جو ثبوت محترمه بينظير ڀٽو "پاڻ" آهي. هن نازڪ نينگري سختيون سهي جيڪي ڪک سياستدانن کي سياسي شڪستون ڏنيون آهن، اهي پاڪستان جي سياسي تاريخ ۾ هڪ نئين باب جي حيثيت رکن ٿيون. هن جي مقابلي ۾ به سڀئي "نو ستارا" مختلف اتحادن جي صورت ۾ هئا. سڀئي ملا هئا. جيڪي عورت جي حڪمرانيءَ کي "حرام" سمجهندا هئا ۽ سڀئي لانگ بوٽن وارا هئا، جيڪي عورت کي سلوٽ ڪرڻ توهين سمجهندا هئا. پر جمهوريت جي راڻي محترمه بينظير ڀٽو جي ذهانت، ڏاهپ ۽ ارادي واري قوت اڳيان سڀئي جمهوريت دشمن قوتون مات کائي ويون. اها ئي ارادي واري قوت، جنهن بابت شهيد ڀٽي کيس خط ۾ لکيو هو ته "تو ۾ ۽ اندرا ۾ هڪ خوبي هڪجهڙي آهي، اها هي ته توهان ٻئي هڪ جهڙيون بهادر آهيو. توهان ٻئي مضبوط شيهي جون ٺهيل آهيو. يعني توهان ٻنهي جي ارادي واري قوت شيهي جهڙي مضبوط آهي."

ڪراچي پريس ڪلب ۾ "منهنجي پياري ڌيءَ" جي مهورت واري موقعي تي هن جيڪا خاص مهمان جي حيثيت ۾ تقرير ڪئي ان مان سندس ساڳي بهادري ۽ ارادي جي پختگيءَ بکي رهي هئي، جنهن کي شهيد ڀٽي شيهي سان ڀيٽيو

آهي، ظالمن، ڦورن خلاف جهاد ڪرڻ جو عزم، قومي ناٽو لٽيندڙ ۽ ٽيڪس چورائيندڙ مافيا کي مات ڏيڻ جو عزم- ڪراچيءَ جي سونهن لٽيندڙ بيگناهه ماڻهن جو رت وهائيندڙ ۽ قومي املاڪن کي جلائيندڙ دهشتگردن سان ٽڪر کائڻ جو عزم....

واقعي هن جي تقرير ۾ شهيد پٽي جهڙي سختي ۽ بهادري هئي. هن قومي ناٽو لٽيندڙن کي للڪار ڪندي چيو ته "پلي توهان روڊن تي نڪري اچو پر سيلز ٽيڪس توهان کي ڏيڻو پوندو."

هي حقيقت آهي ته هن ملڪ تي اڻسٺيءَ طرح حڪمراني سرمائيدار ۽ صنعتڪار ئي ڪن ٿا، انهن کي اهو گهمنڊ آهي ته جنهن کي چاهين ته اقتدار ۾ رهڻ ڏين ۽ جنهن کي چاهين ته هٽرائي ڇڏين. پر انهن سرمائيدارن، سمگلرن ۽ دهشتگردن سان اهڙي لهجي ۾ شهيد پٽي جي بهادر نياٽي ئي ڳالهائي سگهي ٿي، جنهن جي پيءُ سوليءَ سينگاري پر سيس نه نوايو.

# شڪ جي بيماري

نفسيات جي ماهرن جو چوڻ آهي ته شڪ هڪ وڏي نفسياتي ۽ وچڙندڙ بيماري آهي. شڪ ۾ ڦاسڻ ڪان پوءِ ڪنهن وڏي نفسيات جي ماهر ڪان جي علاج معالجو ڪرائڻ بنا ان ڪان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ محال آهي. پر مسئلو هي آهي ته ڪو شخص ته شڪ جي بيماري جو علاج ڪرائي، ان مان جان ڇڏائي سگهي ٿو پر جڏهن ڪا قوم ئي شڪ جي وبا ۾ جڪڙجي وڃي ته پوءِ ڇا ڪجي؟ مون ڪي به شڪ ٿو پوي ته ڪٿي پاڻ واري سڄي قوم ئي ان موذي مرض ۾ مبتلا نه ٿيل هجي. جيئن هر بيماري جي سڃاڻپ لاءِ ڪي خاص نشانيون ٿينديون آهن. اهڙي طرح شڪ جي بيماري جي سڃاڻڻ لاءِ به ڪجهه خاص نشانيون آهن. جيڪڏهن ماحول بي يقيني، افواهه بازي ۽ بي ويساهي ۾ جڪڙيل هجي ته پوءِ پڪ سمجهڻ ڪپي ته سماج ۾ شڪ جي بيماري پڪڙي چڪي آهي.

اسان وٽ به گهرو مسئلن ڪان وٺي قومي سطح جي ڳالهين تائين سياستدانن ۽ قومي اڳواڻن جي هر بيان، هر قدم ڪي عام ماڻهو ڪانوئي وڏن وڏن مبصرن ۽ تجزيه نگارن تائين، شڪ جي نظر سان ڏسندي بي ويساهي جو شڪار بڻجي ويا آهن. هاڻ اها بي ڳالهه آهي ته ڪنهن حد تائين شڪ ڪرڻ صحت لاءِ نهايت ئي سٺو آهي. مان انڌي ويساهه جو حامي ناهيان پر هت معاملو ئي ٻيو آهي. شڪ جي بيماري پنهنجي آخري درجي ڪي پهچي چڪي آهي ۽ چڱا ڀلا تجزيه نگار به ڪنهن حتمي راءِ تي نه ٿا پهچي سگهن. سؤ سال، پنجاهه سال، پنج سال ته ڇڏيو، پر ان بيماري سبب پنج ڏينهن اڳ ڪو تجزيو- ڪا اڳڪٿي، ڪا صحيح پڪي ۽ پختي راءِ قائم نه ٿا ڪري سگهن ته پوءِ عام ماڻهن جي ڇا حالت هوندي. سياستدانن جو ته سياستدانن تي شڪ جو علاج ئي نظر نه ٿو اچي، پر گهٽ ۾ گهٽ مون جهڙن عام سادن سودن فقيرن جو ته علاج ٿيڻ ڪپي.

ڇوندن ڪان ٿورو اڳ منظر تي آيل مير مرتضيٰ ڀٽو ۽ محترمه بينظير ڀٽو وچ ۾ اختلافن ڪان وٺي تازو بيگم نصرت ڀٽو ڪي پارٽي جي چيئرپرسن واري عهدي تان هٽائڻ تائين صورتحال به شڪ جي واڇوڙي ۾ پئي ڪڪ وانگر ڦيراٽيون

ڪائي. مون عام ماڻهو ڪان وٺي جيد صحافين تائين ٻڌو آهي ته "ڀاڱ پيئڻ آهن."" "سموري ڊرامي بازي آ" "ماءُ ڏيءُ جو معاملو آ- اهو سڀ ڪجهه اڳ سٽيل منصوبي هيٺ ٿئي ٿو." ايتريقدر جوبيگم نصرت ڀٽو جا پريس ڪانفرنس دوران ڳاڙيل ڳوڙها به شڪ جو زنگ لاهي نه سگهيا.

جاچٽو اهو آهي ته آخرڪار هت شڪ جي بيماري ڦهلجڻ جو باني ڪير آهي. منهنجي خيال موجب پاڪستان ۾جديد شڪ جي بيماري جوبانيڪار جنرل ضياءَ آهي. جڏهن هن ۵ جولاءِ ۱۹۷۷ع تي شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جي حڪومت جو تختو اونڌو ڪري ٽيليويزن ۽ ريڊيو تي قرآني آيتن جي تلاوت ڪانپوءِ قوم سان واعدو ڪيو هو ته ۹۰ ڏينهن ۾ عام چونڊون ڪرائيندس. توڙي جو شڪ ان وقت به ڪنهن شڪل ۾ موجود هو، پر تڏهن به ماڻهن جنرل جو اعلان سچو سمجهي چونڊن جون تياريون شروع ڪري ڏنيون هيون. جڏهن چونڊن ۾ هفتو کن وڃي بچيو هو ته انهن کي مهمل ڪري هن ٻيهر ۹۰ ڏينهن ۾ چونڊن جو واعدو ڪيو. نيٺ جنرل ضياءَ قوم سان ڪوڙا واعدا ڪري ڪري شڪ جي بيماري کي ايترو ته شديد بڻائي ڇڏيو، جو عام ماڻهن کي ڀٽي صاحب جي ڦاسي واري ڳالهه تي به پڪ نه پئي آئي. ڀهراڙين جا سادا سودا ماڻهو ته ڀٽي صاحب جي ڦاهي ڪان پوءِ به چوندا هئا ته ڀٽو جيئرو آهي. هن کي لڪائي، هن جهڙي ٻوتي کي پوريو اٿن. عوام کي حڪمرانن جي زبانن تان ايترو ته ويساهه کڄي ويو، جو جنرل ضياءَ جي موت واري حادثي ڪانپوءِ بڻيل صدر اسحاق خان جي چونڊن واري واعدي تي به ڪين يقين نه ٿي آيو. آڪٽوبر ۸۸ع ۾ چونڊون ته ٿيون پر چونڊن ۾ ڪامياب ٿيل نمائندن عوام جي شڪ جي بيماري جو علاج ڪرڻ بجاءِ ساڻن چونڊن ۾ڪوڙا واعدا ڪري، ويتر شڪ جون پاڙون پختيون ڪري ڇڏيون. انهيءَ شڪ سبب عوام کي تازين چونڊن ۾ مولوين جي واعدي تي به يقين نه آيو.

۹۰ع ۾ صاف سٿرين چونڊن جي واعدي جي اوٽ ۾ ريڪارڊ ٽوڙ ڌانڌلي ڪرائڻ ڪانپوءِ ته شڪ جي بيماري پنهنجي آخري اسٽيج تي پهچي چڪي هئي. اهو ئي سبب هو جو انهن چونڊن جي نتيجي ۾ بڻيل وزيراعظم نواز شريف ۽ صدر اسحاق خان ٺي هڪ ٻئي تي شڪجي پيا ۽ شڪ جي بيماري سبب ايترو ڪمزور ٿي ويا جو ڪرسين تان وڃي ڦهڪو ڪيائون . نگران حڪومت طرفان ۹۰ ڏينهن ۾ اليڪشن ۹۳ جو واعدو ۽ ان دوران سندن ڊگهين مدت وارين اسڪيمن وري ماحول کي مشڪوڪ بڻائي ڇڏيو ۽ چونڊن ۾ آخري هفتي تائين پير صاحب

پاڳاري سميت چڱا ڀلا سياستدان ۽ صحافي شڪ ۾ ورتل هئا ته چوندون نه ٿيندڀون. اڃا چوندون مس ٿيو ته مير مرتضيٰ ڀٽي واپسي جو اعلان ڪيو. هيڏانهن سندس ڀيڻ جي حڪومت طرفان سخت رد عمل سبب. اڃا تائين اڪثر ذهن ان نتيجي تي نه پهچي سگهيا آهن ته اهو ڊرامو آهي يا حقيقت. مثال پيپلز پارٽي جي سينٽرل ايگزيڪيوٽ ڪاميٽي طرفان پارٽي جي چيئرپرسن جي عهدي کان آجو ڪرڻ تي بيگم نصرت ڀٽو صاحبه جي پريس ڪانفرنس ۾ ڳوڙها ڳاڙهي احتجاج ڪرڻ کان پوءِ پريس ڪلب وڃڻ ٿيو، تڏهن به جهونا صحافي ڪنهن ڳالهه تي متفق نظر نه ٿي آيا ته، اهو ماءُ ڌيءُ، ڀاءُ ڀيڻ جو سچو پچو جهيڙو آهي يا نوراڪشتي. ڪچهري ۾ ويٺل سيئي صحافي شڪ ۾ سائي جي مرض وانگر جڪڙيل پئي نظر آيا. مون سوچيو قومن جا حاذق حڪيم ته اتان جا عالم، اديب، دانشور ۽ صحافي ٿيندا آهن، پر هت ته اهي پاڻ ئي شڪ جي ور چڙهيل آهن ته پوءِ ان بيماري جو علاج ڪير ڪندو؟ لڳي ٿو ته پاڻ وٽ جعلي ڊاڪٽرن، اديبن، صحافين ۽ دانشورن جو ايترو ته آزار وڌي ويو آهي جو، ڪرن ۽ ڪوڙن جي پرک ڪرڻ ئي ڏکيو ڪم ٿي پيو آهي. بهرحال مايوس ناهي ٿيڻو. پاڻ وٽ سچا پچا حاذق حڪيم موجود ضرور آهن. گهٽا نه تڏهن به آڱرين تي ڳڻڻ جيترا. اهي قوم کي شڪ جي وبا سميت سماج جي ٻين انيڪ ناسورن مان ڇوٽڪاري ڏيارڻ لاءِ ڪو نخسو ضرور ڳولي ڪيندا.

# اخباري وڏيرا شاهي

صحافت جي دنيا ۾ داخل ٿيڻ کان اڳ اڪثر ڪتابن، رسالن ۽ اخبارن ۾ جڏهن پڙهندا هئاسين ته ”صحافت رياست جو چوٿون ٿنڀ آهي“ ، ”صحافي جو قلم تلوار کان تکو آهي“، ”صحافي سچ ۽ حق جا پرچارڪ هوندا آهن“ ته اهي جملا ڏاڍا اتساهيندڙ ۽ اثرائتا لڳندا هئا. شايد رياست جي چوٿين ٿنڀ بڻجڻ يا حق ۽ سچ ماڻهن تائين پهچائڻ جو شوق ئي پاڻ کي صحافت جي دنيا ۾ڇڪي آيو. پر هت اچڻ سان خبر پئي ته مٿيان جملا رڳو اخبارن، رسالن ۽ ڪتابن تائين محدود آهن. هي دنيا به ڪوڙ، ڪپت، دوکي ۽ دغا کان خالي ناهي. هت به سچ جي نالي ۾ سچ جو قتل، حق جي نالي ۾ حق جو ۽ قلم جي نالي ۾ قلم ڏٺين جو قتل عام ٿئي ٿو. تازو ملير پريس ڪلب ۾ هڪ سنڌي اخبار جي ايڊيٽر ۽ مالڪ ”سنڌي صحافت“ جي عنوان تي ليڪچر ڏيندي چيو ته، ”سنڌي صحافي اڄ به وڏيرن وٽ يرغمال ۽ غ ٻڌل آهن“ جيڪڏهن هو رڳو ايترو چوي ها ته سنڌي صحافي وڏيرن سان گڏ اخباري مالڪن وٽ به يرغمال ۽ گروي ٻڌل آهن ته سندس ڳالهه ۾ ڪيتري نه سچائي بکي ها ۽ اها ڪيتري نه وزنائتي لڳي ها!! پر شايد ان سچ جي لپيٽ ۾ هو پاڻ به اچي وڃي ها ۽ اسان جي وڏي ڪمزوري اها آهي جو سچ ٻين کي ته چوندا آهيون پر ان کي نه پاڻ ٻڌي سگهندا آهيون ۽ نه ئي پاڻ تي لاڳو ڪندا آهيون. اها حقيقت آهي ته سنڌي صحافي وڏيرن ۽ جاگيردارن جي ڏاڍ جو شڪار آهن، پر ڇا اها حقيقت ناهي ته سنڌي پيشيور صحافين کان وٺي سمورن اخباري پورهيتن تائين عام وڏيرن کان وڌيڪ اخباري وڏيرن ۽ سيٺين جي ڏاڍاين، ناانصافين ۽ استحصال جو شڪار آهن؟ ان حقيقت کي ڪيستائين لڪائي سگهبو ته انيڪ انگريزي، اردو ۽ هلال ڪانسواءِ سمورين سنڌي اخبارن ۾ اخباري ملازمن جي اجرت بورڊ تي عمل ته پري، پر اخباري پورهيتن ۽ صحافين کي ڪنهن وڏيري جي منشي وانگر مقرري يا برطرفي جو ڪو لکت ۾ ڪاغذ جو ٽڪرو به ناهي ڏنو ويندو. اهي اخباري ملازمن کي وڏيرن وانگر جيستائين چاهيندا آهن ته نوڪري ۾ رکندا آهن ۽ جڏهن به ناراض ٿيندا آهن ته ڪين ائين جواب ڏيندا آهن جيئن

زميندار پنهنجي هاري کي هارپي کان جواب ڏيندو آهي. اخباري ادارن ۾ ويج بورڊ موجب ايڊيٽوريل اسٽاف جو شروعاتي اسڪيل ٽيون هوندو آهي ۽ سندس شروعاتي پگهار ۴۷ سئو کن هوندي آهي. ان کانسواءِ ڪين طبي ۽ ٻيون مروج سهوليتون به ملنديون آهن. پر اهڙن اخباري ادارن ۾ گريڊ ٻريڊ جو ته نالو نشان ئي ناهي هوندو. سب ايڊيٽر جي پگهار ۱۵ سون کان وٺي عا طور ادائي هزارن تائين هوندي آهي. ڪراچي حيدرآباد جهڙن وڏن شهرن ۾ ڪو صحافي ان پگهار تي پنهنجي اهل عيال جو گذر سفر ڪيئن ڪري سگهندو هوندو، اها ڳالهه هر اهل نظر ماڻهو ڀلي ڀت سمجهي سگهي ٿو. اهڙن اخباري وڏيرن جي ڏاڍ ۽ ڌهڪاءَ جي اها حالت آهي جو پورهيت ملن، ڪارخانن ۽ ٻين ادارن ۾ ته پنهنجون پورهيت تنظيمون، سي بي اي يونينون جوڙي سگهن ٿا پر مجال آ جو ڪو انهن اخباري ادارن ۾ "ايپنڪ" يا "ڪي يو جي" جو يونٽ کولي سگهي. اجا ڪو پورهيت يونين ٺاهڻ لاءِ سوچيندو مس ته سندس نوڪري تيل ٿي ويندي. مزي جي ڳالهه وري اها آهي ته اهڙا اخباري ادارا، جتي پورهيتن جي حقن ۽ ليبر لا جي کلي لتاڙ پئي ٿئي، سرڪار سڳوري جا منظور نظر به اهي ئي آهن. نه ته ڪهڙو سبب آهي جو سرڪار سڳوري پنهنجن جوڙيل قاعدن ۽ قانونن تي عام ماڻهن کي ته زوري به عمل ڪرائي ٿي پر انهن ادارن ۾ ويج بورڊ لاڳو ڪرڻ کان به لنوائي ٿي؟

اخباري پورهيتن جي تنظيمن طرفان اخباري ملازمن جي مسئلن ڏانهن باربار ڌيان ڇڪائڻ جي باوجود به صحافين جي مسئلن کان ڪن ٽار ڪرڻ سبب نيٺ "ايپنڪ" ۽ "ڪي يو جي" موجوده جمهوري حڪومت کي آخري ڀيرو مسئلن جي حل لاءِ يادداشت نامو موڪليو آهي، جنهن ۾ وري به مطالبا ورجايا ويا آهن ته سمورين اخبارن ۾ اجرت بورڊ تي عمل ڪرايو وڃي. روزانه مشرق جي ملازمن کي سندن واجبات ڏنا وڃن ۽ ايشيا ڪنڊ ۾ اخباري پورهيتن جي پهرئين اخبار هلال پاڪستان کي بقايائون ادا ڪيون وڃن. مطالبن نه مڃڻ جي صورت ۾ حڪومت کي چتاءُ ڏنو ويو آهي ته پهرئين جنوري تي اخباري پورهيت ڪراچي پريس ڪلب اڳيان بک هڙتال شروع ڪندا. هاڻي ڏسجي ته جمهوري حڪومت، رياست جي چوٿين ٿنڀ صحافين جي دانهن ۽ ڪوڪن تي ڪيترو ڌيان ڏي ٿي ۽ چونڊيل عوامي نمائندا اسيمبلين ۾ اخباري پورهيتن جي حقن لاءِ ڪهڙو ٿا آواز اٿارين!

# نيوز ڊيسڪ رائونڊ اَپ - 94

سوچيم تہ نئين سال جو پهريون ڪالم وزيراعظم بينظير ڀٽو جي ان نئين فرمان تي لکان، جيڪو هن ٢٥ جنوري ٩٥ع تائين ٣٠ هزار بيروزگار جوانن کي نوڪريون ڏيڻ لاءِ جاري ڪيو آهي. ان ڪان اڳ جو مان ان تي گوهر افشاني ڪريان ها، سامهون سردار علي بخش مئو اچي بيهي رهيو.

پڇيائين: ڇا پيو لکين؟

وراڻيم: هفتيوار ڪالم ٿو لکان.

چيائين: توکي اجوڪو ڪالم هلال پاڪستان جي ڊي نيوز ڊيسڪ جي ساٿين بابت گذريل سال جي يادگيرين جي حوالي سان لکڻو آهي. هن يڪ ساهيءَ پنهنجو اٽلڪيل فرمان ائين جاري ڪيو، جيئن اڳوڻا بادشاهہ پنهنجي ڪرايي جي ڪاتبن کي جاري ڪند اهئا. هونئن بہ مون کي محسوس ٿيندو آهي تہ علي بخش مئي جي هن جنم ۾ اڪبر بادشاهہ جي ڪنهن رتن جو روح بيقرار موجود آهي، ان ئي روح جي آڪائتي اثر جي ڪري ڪيس دوست سردار سڏيندا آهن ڇو تہ سندس عادتون اطوار ۽ شوق شڪار بہ شاهاڻا آهن. تنهن ڪري هي ڪالم لکڻ وارو انگل بہ سندس ان شاهاڻي مزاج جو مظهر لڳو.

سمجهائڻ جي ناڪام ڪوشش ڪندي چيومانس: "سائين منهنجا، مان سنڌ جي بيروزگار نوجوانن سان لاڳاپيل انتهائي سنجيده مسئلي تي ٿو لکڻ چاهيان. محترمہ بينظير ڀٽو هن ڀيري ڪامورن کي تنبيهہ ڪئي آهي تہ سموريون رنڊڪون ۽ بندشون ختم ڪري نوجوانن کي روزگار ڏنو وڃي.

چيائين: ياران بابت لکڻ مان ڪجهہ بہ نہ ورندءِ!" نوجوانن جو اهو مسئلو حل نہ ٿيندو. هن نيم ملان وانگر تکڙي فتوٰي ڏيئي ڇڏي.

پڇيومانس: ڀلا ڇو حل نہ ٿيندو؟

چيائين: ان ڪري جو "محترمہ" آمريت واري بگهي دور جي باقيات جمهوريت دشمن ڪامورن جي گهيري ۾ آهي. اهي نہ ٿا چاهين تہ محترمہ جي پاليسين تي عمل ٿئي ۽ پ پ حڪومت عوام ۾ مقبوليت ماڻي. سو هر ڀيري

ڪانہ ڪا رنڊڪ پيدا ڪريو ڇڏين. تنھنڪري ھي فرمان بہ ھوا جو مھمان، ٻڄندو يا فائيلن جي تھہ ۾ دفن ٿي ويندو.

اختلاف ڪندي ڇيومانس نہ ٻابلا: بينظير ڀٽو ھن ملڪ جي ڪامورن ڪي چڱيءَ طرح سڃاڻي ٿي. جڏھن ھوءَ دھشتگردن ڪي مات ڏيئي سگھي ٿي تہ پوءِ ڪامورن تي ڪرڙي نظر ڪيئن نہ رکندي؟

چيائين: ڪامورن ڪي سڃاڻي تہ ٿي، پر ايئن نہ جيئن شھيد ذوالفقار علي ڀٽو ڪين سڃاڻيندو ھو.

جند ڇڏائڻ لاءِ آخري حيلو ھلائيندي ڇيومانس: ڀلا، مان ڊاڪٽر ارباب کھاوڙ جي پ پ پ ۾ شامل ٿيڻ تي ٿو لکان.

چيائين: اھا وري ڪھڙي وڏي ڳالھہ ٿي آھي! سوويت يونين جي ٽٽڻ ڪانپوءِ پاڻ وارن ڪامريڊن جي حالت ائين آھي جيئن ڳگھہ اونداھي ۾ رستو وڃائجي وڃي!! ڄام ساقي ۽ حسين بخش ناريجي ڪانپوءِ ڊاڪٽر ارباب بہ ڪو تہ ڏڳ لڌو. پنھنجا ڪيترائي ڪامريڊ ساٿي تہ مورڳو سياست ڇڏي صحافي بڻجي ويا آھن. جيئن سائين عبدالرحمٰن نقاش، امداد چانڊيو، تاج مري، شبير شر ۽ محمد خان سولنگي وغيره......

ڇيومانس ڀلا نظرياتي ۽ قومپرست قسم جي ڪامريڊ اڳواڻن ڪي تہ وات ليي پئي. پر انھن ڪل وقتي ڪارڪنن جو ڇا ٿيندو، جن سرخ انقلاب جي آس ۾ ليڪچر ڏيندي عمريون گنوائي ڇڏيون. پنھنجا مستقبل نظرين تان قربان ڪري جيل ڀوڳيائون، ايذاءَ سٺائون. ڀلا ھاڻي طبقاتي ۽ استحصالي نظام ختم ٿي ويو آھي ڇا؟

چيائين: يار تون بہ ڪو عجيب ماڻھو آھين! طبقاتي نظام تہ موجود آھي پر ان جي خاتمي لاءِ ادارن (اوپرن) نظرين جو سھارو ورتو ويو. جڏھن انھن نظرين جا خالق ئي ٽپڙ ويڙھي ويا تہ پاڻ وارا يار ڇا ويھي ڪن! اھو ڏينھن ضرور ايندو، جڏھن ھن نانصافين واري طبقاتي نظام جي خاتمي لاءِ پاڻ مان ئي ڪو موسيٰ پيدا ٿيندو.

سردار صاحب جي اڳيان وڌيڪ مٿا ماري اجائي سمجھيم. ڇو تہ ڊنس ٿي تہ جيڪڏھن اڃا ھن پنھنجو خسروي فلسفو ڇيڙيو تہ پوءِ مان دق ٿي ويندس. ھونئن بہ ھر عنوان تي ھن جي ھڪ الڳ ۽ نرالي قسم جي راءِ ھوندي آھي. تنھن ڏينھن ڇيومانس: موسم ڪھڙي سٺي لڳندي اٿئي. سيارو، اونھارو، بھار

يا خزان؟

ڳنڀير لهجي ۾ وراڻيائين: "جنهن موسم ۾ محبوب ساڻ هجي." وڌيڪ سوال نه ڪيومانس ته متان اوچگارون ڏيئي روئي نه ويهي ته پوءِ ڪير پرچائيندس. ان ڏينهن ته پاڳن سانگي سائين نقاش صاحب موجود هو، جنهن ڳراٽڙيون پائي پرچايو هيس. رنو ڇو هو؟ اهو راز اڃا تائين نه ٻڌايو اٿس. پر پانيا ٿو ته ڪانئس محبوب وڇڙي ويو هو......

سائين نقاش صاحب جو ذڪر نڪرڻ تي ٻڌائيندو هلان ته سندس هلال پاڪستان سان رشتو نئون ناهي پر ٿلهي ليکي سائين هلال پاڪستان ۾ نئين سال ١٩٩٣ع ۾ شامل ٿيو. هلال ۾ روزانو سيني کي کلي ڪيڪارڻ ۽ خير عافيت پڇڻ نقاش صاحب جي قائم ڪيل روايت آهي. شال! اسان سيني جي منهن تي اهڙي مُرڪ اچي. سال ١٩٩٣ع ۾ ڊيسڪ جي ساٿين جي حوالي سان ذڪر ڪرڻ وقت الائي ڇو، شفٽ انچارج حسام سومري جي باري ۾ لکندي منهنجا هٿ ڏڪن ٿا. ڇو ته هڪ پاسي سومري صاحب جي رعبدار شخصيت جو طلسم طاري آهي، متان وري اهو خدشو ته متان ڪنهن جملي کي ڪٿي عزت جو مسئلو نه بڻائي وٺي ۽ هلال جي بورڊ آف ڊائريڪٽرس کي وري نه ڪا نئين درخواست اڪلائڻي پئجي وڃي!!

شفٽ جي ٻي هردلعزيز شخصيت عطا محمد قريشي آهي. قريشي صاحب زندگي جي هر مسئلي کي اسلامي نقطه نظر سان ڏسندو آهي. پاڻ هن سال حج جي سعادت حاصل ڪرڻ لاءِ سنبريو آهي. شال الله تعاليٰ ان سعادت پرئي سفر ۾ کيس پنهنجي امان ۾ رکي. سندس معنيٰ خيز مسڪراهٽ سدائين علي بخش مئي لاءِ سواليه بڻيل هوندي آهي. قريشي صاحب سال ٩٥ع لاءِ هلال جي بورڊ آف ڊائريڪٽرس جو ميمبر چونڊيو آهي.

سال ٩٣ع شير محمد ڪهاوڙ لاءِ ڌماڪيدار سال ثابت ٿيو. گذريل سال نه رڳو هن جو ترجمو ڪيل ڪتاب "منهنجي پياري ڌيءَ" ڇپرو ٿيو، پر وزيراعظم محترمه بينظير ڀٽو پاڻ ڪراچي پريس ڪلب ۾ ان جي مهورت ڪئي. سال ٩٣ع هن جي زندگيءَ ۾ يادگار سال طور ليکو وڃي ته وڌا نه ٿيندو. اڃا تائين ڊيسڪ جي ڪيترن ئي ساٿين کي خدشو آهي ته مبادا سال ٩٣ع جا اثر ٩٥ع تي به نه پون ۽ هي سدا کلڻو ساٿي اسان جي "يو" شيپ واري ڊيسڪ کان وڇڙي نه وڃي.....!!

گذريل سال جي حوالي سان شفٽ جي هڪ ٻئي بزرگ ساٿي سائين

محمد عنايت پيرزادي جي ذڪر ڪرڻ وقت مون کي سندس زندگي بابت فلسفو
اڳيان ڦري ٿو اچي. اها ٻي ڳالهه آهي ته سائين ٿيوري کي وڌيڪ ۽ پريڪٽيڪل کي
گهٽ پسند ڪندو آهي. No comment سندس ڪوبه ورد آهي. پر سائين هر
ڳالهه تي نوڪمينٽ چوندي، اڪثر ڪري ٻين کان وڌيڪ ڪمينٽس ڪري وٺندو
آهي. پيرزادي صاحب کي سال ۹۴ع ۾ زندگيءَ جي وڏو صدمو رسيو جو ڪيس هن
ڌرتيءَ تي جنم ڏيندڙ هستي امڙ ڪائنس سدائين لاءِ جدا ٿي ويئي.

سال ۹۴ع جي حساب سان پنهنجو ذڪر ڪهڙو ڪجي، مون جهڙن
ابوجهه ماڻهن لاءِ سڀ سال هڪ جهڙا هوندا آهن. البته سگا ڪراچي شاخ جو
جنرل سيڪريٽري چوندجڻ ڪري گذريل سال گهڻو ٽڻو وقت سماجي سرگرمين ۾
گذريو.

ٻين جي ڏکن سورن، حادثن، دردن ۽ دانهن ۾ ڀاڱيڀائيوار ٿيڻ اسان جي
پيشي ۾ شامل آهي. اسان جي پر واري ٽيبل تي پڪيئڙن جي جوڙي وانگر ويٺل
پروف ريڊر گل حسن مغل ۽ ممتاز عباسي ٻين جو غلطيون درست ڪندي،
جسماني طور ته ڳري ڪندا ٿي ويا آهن پر ذهني طور به سندن حالت اها آهي جو
هنن جي اوچتي دانهن تي ٻين شعبن جا ساٿي به ڇرڪ ڀري وٺندا آهن! شال نئون
سال سيني لاءِ سڀاڳو ثابت ٿئي!!

# جيترو ناڻو اوترو افطاراڻو

رمضان المبارڪ جو پلارو مهينو شروع ٿيڻ سان خد اجي نيڪ ٻانهن، عابدن ۽ زاهدن ۾ خوشيءَ جي لهر ڊوڙي ويئي آهي. ڇو ته حياتيءَ ۾ هڪ ڀيرو وري دل کولي عبادت ڪرڻ جو موقعو نصيب ٿيو آهي. خوشي رڳو عابدن تائين محدود ناهي، پر ڪراچيءَ جي واپارين ۽ دڪاندارن جي خوشي به ڏسڻ وٽان آهي. ڀلا واپاري به خوشي ڇو نه ڪن! ويچارن کي سال ۾ هڪ ڀيرو ئي ته رمضان شريف ۾ دل کولي خلقت جا کيسا خالي ڪرڻ جو موقعو ملي ٿو! شهر جي خريداري مرڪزن تي خلقت جي پيهه مان ائين پيو ڀانئجي ته ڄڻ رمضان شريف روزن بجاءِ "ڪائڻ پيئڻ" جو مهينو هجي. لڳي ٿو ته هٿ ڪاڏي پيتي جون سموريون شيون رمضان جي پهرين ڏهاڪي ڪانپوءِ اٿلي تي ويندون!

سرڪار سڳوريءَ ته پنهنجو پٽڪو ۽ خلقت جي ڪل بچائڻ لاءِ وسان ناهي گهٽايو. پر هوڏانهن به پاڪستاني واپاري سڳورا آهن، جن کي خبر آهي ته ترن جو تيل ترن مان ڇيئن ڪڍڻو آهي! هو ڄاڻن ٿا ته ڪامورن، صنعتڪارن، سياستدانن ۽ مذهبي ۽ سماجي اڳواڻن کي پنهنجي دولت جي نمائش ڪرڻي آهي ۽ جيترو ناڻو اوترو افطاراڻو" جي بنياد تي افطار پارٽيون شايان شان نموني منعقد ڪرڻيون آهن. ڇو ته اها به خبر آهي ته ڪامورن جي رسائيءَ جا کهڙا ڳُر آهن ۽ فائيلن تي صحيحون ڪيئن ڪرائبيون آهن!

مان ڪٿي روزو ڪولرائڻ جهڙي ثواب جي ڪم جي مخالفت ته نه پيو ڪريان؟ متان سياڻي ڪو مولوي سڳورو "فتوا نه ڏياري موڪلي... جيڪڏهن مولوي سڳورا ڪٿي ناراض نه به ٿين پر پوءِ به افطار پارٽين جي شوقينن، گلم جي توبچين ۽ مفت خور دوستن جي عتاب کان بچي نه سگهندس! تنهن ڪري مقصد جي ڳالهه ڪجي ته بهتر.

"شهري رمضان شريف" جون رونقون ڏسي مون کي "ڳوٺاڻو رمضان شريف" ياد ايندو آهي. وري به اعتراض جهڙي ڳالهه لڪجي ويئي. ڪٿي "شهري رمضان شريف" ۽ "ڳوٺاڻي رمضان شريف" جي ڳالهه ڪري، "شهري مولوي سڳورن

۽ ڳوٺاڻن مولوي سڳورن“ جي وچ ۾ ويچا وڌائڻ جي سازش ته نه پيو ڪريان؟ نه نه.... هن ڳالهه تي مان بحث ڪرڻ لاءِ به تيار آهيان ته شهري رمضان شريف ڳوٺاڻي رمضان شريف ڪان بلڪل ايئن مختلف آهي، جيئن شهري ملان ”ڳوٺاڻي ملان“ ڪان مختلف.

مثال طور: شهري ملان جو رمضان شريف ۾ به پيٽ نه ٿو لهي ۽ وزن نه ٿو گهٽجي. پر ٻهراڙي جي ٽڪين تي گذران ڪندڙ ويچار ملان جو پهرين ڏهاڪي ۾ ئي پيٽ پنيءَ سان وڃيو لڳي. شهري مولوي رنگبرنگي بلبن جي جهرمر ۽ لائوڊ اسپيڪرن جي گونج ۾ بيهي تراويحون پڙهائي، ڇئن پنجن ڏينهن ۾ قرآن شريف پورو ڪري ٿو وٺي. جڏهن ته ٻهراڙيءَ جو ملان سادگيءَ سان مسجد سڳوريءَ ۾ تراويحون پڙهائيندي ،رمضان جي ٢٧هين روزي تي قرآن شريف ختم ڪرائي ٿو.

شهري ملان رستي تي شل نه ڪنهن آياتي ڪي ڪاغذ ڇتيندي يا وات ڇبڪائيندي ڏسي. پوءِ ته مسڪين جي ڪتي! مسڪين جا هڏ سلامت نه هوندا ۽ شام جو ريڊيو تي مڪاني خبرن ۾ مولابخش چنڊ پيو ٻڌائيندو ته فلاڻي اياڻي ڪي ڪلئي عام رمضان شريف جي بيحرمتي جي ڏوهه ۾معزز شهرين گڏ ڪدي پوليس جي حوالي ڪيو! پر ٻهراڙين ۾ ان جي بلڪل ابتڙ ٿئي. ڳوٺاڻو ملان اهڙي شخص ڪي ڏسندي وڏ ۾ وڌ ”لاحول ولا قوت“ پڙهي، چپن ۾ پٽڪندو هليو ويندو. شهري مولوي جي افطاري ست رڇي طعامن سان گڏ مشروبات ۽ ميوات تي ٿئي ٿي. جڏهن ته ڳوٺاڻو ملان اڄ به سنت نبويءَ موجب ڪجور جي ڳڙي يا لوڻ جي داڻي سان روزو ڪولي ٿو.

ضياءَ دور ڪان وٺي رمضان شريف جي احترام تي ڏاڍو زور ڏنو ٿو وڃي. ضياءَ ته پاڻ ڪي اسلام جو ٺيڪيدار ثابت ڪرڻ لاءِ ٽي وي تي فنڪارن ۽ اداڪارائن ڪي روا پارائڻ ۽ رمضان شريف جي احترام جي نالي ۾ وچ ڏٻ تي اڀوجهه ماڻهن ڪي بيعزتو بنائڻ جهڙيون روايتون شروع ڪيون. پر تعجب آهي ته موجوده جمهوري دور ۾ به ڪامورا ساڳيون روايتون جاري رکيون پيا اچن. سيني ڪي اها خبر آهي ته رمضان شريف ۾ سمورن مسلمانن تي روزا فرض ڪيا ويا آهن ۽ سخت بيماريءَ جي حالت ڪان سواءِ روزا قضا نه ٿا ڪري سگهجن. مسلمان اهو به ڄاڻن ٿا ته روزي جي فضيلت ڇا آهي، ان جا طبي ۽ روحاني فائدا ڪهڙا آهن. پوءِ به جيڪڏهن هو خدا اڄي حڪم جي پيڪڙي ڪن ٿا ته ان تي ضياءَ

واري اسلامائيزيشن ڪهڙو اثر ڪندي؟

هونئن به ماڻهوءَ جووڏي ۾ وڏو قاضي سندس اندر جو انسان آهي. جيستائين سندس من جو صاحب ڪيس ملامت نه ٿو ڪري، تيستائين مٿس ضياءَ ٽائپ اسلامائيزيشن جو ڪوبه اثر نه ٿيندو. ضياءَ دور ڪان وٺي بس اسٽاپن وارن هوٽلن ڪي پلويڙو (پردو) ڏيئي هلائڻ شروع ڪيو ويو. اڄا تائين به رمضان شريف ۾ هوٽلن ڪي پردن ۾ هلائڻ جي روايت موجود آهي. پري ڪان ئي محسوس ٿو ٿئي ته اتي بيروزائتن جو اڪاڙو آهي. پوءِ ان پردي ڏيڻ مان احترام جون ڪهڙيون تقاضائون پوريون پيون ٿين!

اصل ۾ علماءَ طرفان عوام ڪي روزي جو فلسفو سمجهائڻ جي صحيح ڪوشش ئي ناهي ڪئي ويئي. تنهنڪري اسان جي روزي جي روح تائين رسائي نه ٿي سگهي آهي. ڇا رڳو پرهه ڦٽي ڪان سج لٿي تائين ماني پاڻي بند ڪرڻ جو نالو روزو آهي؟ روزي سان ته ماڻهوءَ ڪي پنهنجو پاڻ تي پابندي لڳائڻي پوي ٿي، پنهنجن خواهشن تي ضابطو ڪرڻو پوي ٿو. جيئن پنهنجي من ڪي ماري پاڻ ۾ ماڻهپو پيدا ڪري سگهجي. جيڪڏهن تيهه ئي روزا رکڻ جي باوجود ماڻهوءَ جو ڳڻ ڪهاڙو ساڳيو هجي، هو خدا جي خلقت ڪي آزارڻ ڪان ٽارو نه ڪري، منجهس بُئي جي اڄ ۽ بُک جو احساس بيدار نه ٿئي ۽ پنهنجين ناجائز خواهشن تي قابو پائڻ ۾ ناڪام وڃي ته پوءِ منهنجي خيال ۾ اهڙو شخص روزي جي روح ڪي ناهي پرکي سگهيو ۽ الله تعالي ڪي سندس اڃائي بُک اڄ ڪائڻ جي ڪا پرواهه نه هوندي! تڏهن ته شاهه صاحب به فرمايو آهي:

روزا، نمازون اي پڻ چڱو ڪم،
او ڪو بيو فهم، جنهن ۾ پسڻ پرينءَ جو!

# پيڙهين وچهه وٿي

**("ٻن ٽن هفتن کان ڪالم لکي نہ سگهيو آهيان. من تي مونجهہ آهي ۽ ڪجهہ Depression محسوس ٿو ڪريان. ان جا انيڪ سبب ٿي سگهن ٿا. اخبارون پڙهڻ سان وڌيڪ نراسائي ٿئي ٿي. سوچيان ٿو تہ، ڇا اسان پنهنجن پڙهندڙن کي رڳو نراسائيءَ جا نياپا ڏيئي ٿا سگهون".)**

اهي جملا محترم ڊاڪٽر سليمان شيخ طرفان مانواري نقاش صاحب ڏانهن "واجد جي علاج" جي سلسلي ۾ لکيل خط ۾ پڙهيم، جيڪو ١٥ فيبروري واري هلال جي ايڊيٽوريل صفحي تي شايع ٿيو.

خط پڙهڻ سان ائين لڳو ڄڻ ڊاڪٽر صاحب منهنجي من جي ڳالهہ ڪئي هجي ۽ نقاش صاحب کي مون پاران جواب لکيو هجي.

اڄ ڪلهہ نقاش صاحب هفتي جي پڇاڙي ۾ جڏهن ڪالم گهرندو آهي تہ ڄڻ ڏندو ڌڪائي ڪڍيو هجائين. ڪيس ڪو اطمينان جوڳو جواب نہ ڏيئي سگهندو آهيان. شايد ڪيس پنهنجي دل جي ڳالهہ سمجهائڻ ۾ لفظ ساٿ نہ ڏيئي سگهندا هجن. جڏهن هن هفتي جي ڪالم جي گهر ڪيائين تہ ڪيس جواب ڏيڻ ۾ ڏاڍي سولائي ٿي. رڳو ايترو چوڻو پيو تہ "سائين ڊاڪٽر سليمان شيخ صاحب وارو جواب منهنجي پاران سمجهيو وڃي". نقاش صاحب کلي ڏنو. پر جلد ئي سندس چهري تي سنجيدگيءَ ڇانئجي ويئي. چوڻ لڳو: يارا اهو پنهنجو گڏيل مسئلو آهي. خبر ناهي ڇو پاڻ سڀئي ان ساڳي ڪيفيت مان گذرون پيا، جنهن جي نتيجي ۾ پنهنجين لکڻين کي اجايو پيا محسوس ڪريون."

ڇيومانس: سائين مان تہ پنهنجي لکڻ کي غيرضروري سمجهان ٿو. لکڻ جو مقصد قوم تائين ڪو سنيهو يا معلومات پهچائڻ آهي يا رڳو پنهنجو من هلڪو ڪرڻ يا نالو ڇپرائڻ غرض آهي؟

چيائين: اها ڪيفيت ٧٠ ۽ ٨٠ جي ڏهاڪي وارن ليکڪن تي بہ ڇانيل هئي. تڏهن بہ انهن جيڪو ڪجهہ لکيو، ان جو شعوري يا لاشعوري اثر موجوده پيڙهي تي پيو ۽ نئين ٽهي جي ليکڪن کي ان جي ئي پيداوار سڏي سگهجي ٿو.

بهرحال مان هت موجوده پيڙهي جي نفسياتي ۽ احساساتي ڪيفيت تي

ٽيڪا ٽپڻي ڪرڻ بجاءِ ڪجهه ڊاڪٽر سليمان شيخ جي خط ۾ ڪجهه ٻين ڏاهن جي راءِ جي حوالي سان به چار پيرائون لکان ٿو. جنهن مان اهو اندازو لڳائي سگهبو ته اسان جي بزرگن جو اسان جي پيڙهي بابت ڪهڙو رايو آهي. آهي اسان بابت ڇا سوچين ٿا. آيا اهي پنهنجن نوجوانن ڪان پراميد آهن يا مايوس.

ڊاڪٽر سليمان شيخ جو ڳاڻيٽو اسان جي انهن چند سوچيندڙ ذهنن ۾ ٿئي ٿو، جن جي حياتي جو گهڻو تڻو عرصو قوم جي منجهيل سٽ ڪي سلجهائڻ ۾ گذريو آهي.

ڊاڪٽر صاحب سندس خط ۾ ظاهري طور تي سنڌ جي سڀاجهڙي شاعر واجد، جيڪو لاڙڪاڻي جي هڪ خانگي اسپتال ۾ بيهوشي جي حالت ۾ داخل آهي، جي علاج معالجي ۾ لاڙڪاڻي جي نوجوان ڊاڪٽرن جي بيحسيءَ تي نراسائي جو اظهار ڪيو آهي. اهو به ان وقت تي جڏهن سنڌ جي هائوس جاب ڊاڪٽرن جي تحريڪ زورن تي آهي. جنهن جو مرڪز لاڙڪاڻو آهي ۽ اڳواٽي چانڊڪا ڊاڪٽرس آرگنائيزيشن طرفان ڪئي پئي وڃي. ڊاڪٽرن جي مطالبن جي سچائي ۾ ڪو شڪ ناهي. ڇو ته هو پنهنجا حق خاص طور پگهار پياري پاڪستان جي ڀڳدار صوبي پنجاب جي هائوس جاب ڊاڪٽر برابر گهري رهيا آهن. افسوس جي ڳالهه رڳو اها آهي ته چانڊڪا ڊاڪٽر آرگنائيزيشن جو صدر ڊاڪٽر محمدعلي ٿلهه پنهنجي ذاتي ليٽر هيڊ تي پنهنجي صحيح سان جاري ڪيل بيان ۾ اقرار ڪري ٿو ته سندن تحريڪ دوران سنڌ جا بيوس ۽ ستايل ٣٨ سنڌي مريض فقط لاڙڪاڻي جي سرڪاري اسپتالن ۾ پنهنجيون حياتيون وڃائي چڪا آهن. مختلف وارڊ خالي ٿيڻ لڳا آهن ۽ خانگي اسپتالن ۾ مريضن جي پيهه وڌي رهي آهي. هن اهو به لکيو آهي ته سندن تحريڪ اڃا جاري رهي ته سوين مسڪين مريض سندن حياتين تان هٿ ڌوئي ويهندا. اصل ۾ ڊاڪٽر اڳواڻن اها ڌمڪي حڪومت ڪي ڏني آهي ته جيئن اها مريضن جي حياتين تي ترس ڪائيندي سندن مطالبا مڃڻ ۾ دير نه ڪري. پر افسوس ته ڊاڪٽر اڳواڻن ڪي اهو اڃا تائين احساس نه ٿي سگهيو آهي ته ڇا سنڌ جي عام ماڻهن ڪي پنجاب برابر صحت جون سهوليتون ميسر آهن؟ جي نه ته پوءِ پنهنجا مطالبا مڃرائڻ لاءِ انهن ڏکويل ماڻهن جون حياتيون داءَ تي ڇو پيون لڳايون وڃن؟

سرڪاري اسپتالن ۾ اهي مسڪين ماڻهو علاج لاءِ پهچندا آهن، جيڪي جيئڻ تان ذري گهٽ آس ڪٽي ويهندا آهن يا معاشي طور ايترا ڪنگال هوندا آهن،

جو هو بيوسي جي حالت ۾ جيئڻ ڪارڻ آخري ڪوشش طور پاڻ ڪي سرڪاري اسپتالن ۾ مسيحائن جي رحم ڪرم تي ڇڏي ڏيندا آهن. ان حالت ۾ جيڪڏهن اهي مسيحا به انهن سورن جي ستايل ماڻهن تي ترس نه کائن ته پوءِ نراسائي ڪيئن نه پيدا ٿئي؟

ڪجهه وقت اڳ ڊاڪٽر آفتاب قريشي جي گهر تي گهرايل سرونٽس آف سنڌ سوسائٽي جي هڪ گڏجاڻي ۾ اسان نوجوانن کان ساڳئي قسم جي نراسائي جو اظهار هڪ ٻئي دانشور سراج ميمڻ پڻ ڪيو هو. هن چيو هو ته "اسان جو نئون نسل سوچي نه ٿو".

ان وقت مون سائنس ان راءِ سان اختلاف ڪندي چيو هو ته "نوجوان سوچين ٿا ۽ عملي طرح قومي خدمت به ڪن ٿا".

مان هن وقت به پنهنجي پيڙهي کي مڪمل طور غيرذميوار نه ٿو سمجهان ۽ نه مايوس آهيان. اسان جا نوجوان هر قومي مسئلي تي خاموش نه ٿا ويهن. اهو ڪٿي بهارين جو مسئلو هجي, ڪالاباغ ڊيم جو مسئلو هجي يا ڳٽپ جهڙو معاملو هجي. پنهنجي وت ۽ وس آهر آواز بلند ڪندا رهن ٿا. مان هن وقت به پنهنجي ان راءِ تي قائم آهيان ته اسان جي پيڙهي ۽ اسان جي بزرگن وچ ۾ هڪ وٿي (Gap) موجود آهي. جنهن کي گهٽائڻ لاءِ ڪنهن به فورم طرفان ڪا سنجيدگيءَ سان وک نه وڌائي ويئي آهي. اها وٿي گهٽجڻ بجاءِ ڏينهون ڏينهن وڌندي پئي وڃي. جيڪا موجوده پيڙهي لاءِ نهايت هاڃيڪار ثابت ٿيندي. اسان جي پيڙهي نه رڳو پنهنجن دانشورن جي سوچ ۽ لوچ, لکڻين ۽ لائبريرين جي وارث آهي. پر ان کي پنهنجن بزرگن جي رهبري جي ضرورت آهي. مون گهڻو ڏٺو آهي ته اسان جا اڪثر بزرگ ڏاها ۽ دانشور نوجوانن کي پنهنجي پر ۾ ويهارڻ لاءِ تيار نه آهن نهن ۽ جي ذهني تربيت ڪرڻ لاءِ وقت نه ٿا ڪڍن.

هونئن به اهو سچ آهي ته سوين ڪتابن پڙهڻ کان عالم جي هڪ ڪچهري بهتر آهي. جيڪڏهن اسان جا بزرگ پنهنجن نوجوانن کي وقت ڏيئي ان پيڙهين وچ ۾ وٿيءَ کي ختم ڪري پوءِ نئين پيڙهي لاءِ ڪا راءِ قائم ڪن ته جيڪر اهو وڌيڪ بهتر ٿئي.

بهرحال اسان جي سوچيندڙ طبقي ۾ ان قسم جو احساس پيدا ٿيڻ پاڻ لاءِ ڳنڀير معاملو آهي. اڃا وقت ناهي ويو ته اسان Self Assessment ڪريون ۽ پنهنجين اوڻاين ۽ ڪوتاهين تي قابو پائي بزرگن کي مطمئن ڪرڻ جي ڪوشش ڪريون ته سچ لهڻ ڪانپوءِ به ڏيئو ٽمڪندو رهندو.

# اسان جو عوامي نمائندو

"اسان جي تڪ جو چونڊيل نمائندو مسئلا حل نہ ٿو ڪري- تڪ جو دورو نہ ٿو ڪري- عوام سان ڪيل واعدا نہ ٿو پاڙي...."

اڄ ڪلهہ اخباري آفيسن ۾ مختلف تڪن جي ماڻهن طرفان موڪليل اهڙين شڪايتن جا انبار لڳا پيا آهن. تازو تعلقي ٽنڊي الهيار جي ڳوٺ بگن جروار جي پيپلز يوٿ سان تعلق رکندڙ ڪارڪنن جي هڪ شڪايت پڙهيم. هنن محترمہ بينظير ڀٽو کي دانهن ڏني آهي تہ "سندن تڪ جا چونڊيل نمائندا ايم پي اي لطيف مڱريو ۽ ايم اين اي عبدالستار بچاڻي سندن ڳوٺ ۾ ڪچهري جو بہ پيرا پروگرام رکي نہ آيا آهن. تنهن ڪري ڪارڪن توڙي تڪ جا ماڻهو انتظار ۾ سندن واٽون نهاريندي، ڏاڍا مايوس ٿيا پر چندي جي پئسن مان تقريب تي ڪيل خرچ بہ سندن هڏ تي پيو." خبر تہ پنهنجي جاءِ تي افسوس جوڳي آهي پر مڱريو ۽ بچاڻي صاحب بہ بادشاهہ ماڻهو آهن. جيڪڏهن اسان جي تڪ تعلقي وارهہ جي چونڊيل نمائندن نوابزاده شبير احمد چانڊيو ۽ نثار احمد کهڙي کان گرسکن ها تہ جيڪر "نہ هجي ها بانس، نہ وڄي ها بانسري" نہ ڪچهري جو پروگرام رکن ها ۽ نہ وري ڪارڪن ڪا سندن شڪايت ئي موڪلين ها.

رمضان المبارڪ جي پڇاڙي ڏارا ڪلفٽن تي هڪ افطار پارٽي ۾ کهڙي صاحب جي زيارت نصيب ٿي. افطار پارٽي جي نالو آيو آهي تہ ڪجهہ وضاحت ڪندو هلان. متان ڳوٺ بگن جروار وارا نوجوان سمجهن تہ چندي جي پئسن مان ڪيل سندن ڳوٺ جهڙي ڪا تقريب هوندي. ڪراچي ۾ دولت جي نمائش، وڏن ماڻهن سان تعلقات جي تجديد ۽ ڪروڙين رپين جا ڪم ڪار اهڙين افطار پارٽين وسيلي ٿيندا آهن، جن تي لکين رپيا خرچ ڪري ڪروڙين رپيا ڪائبا ڪمائبا آهن. ڪراچي ۾ اهڙيون افطار پارٽيون مٿيئن طبقي ۾ فيشن بڻجي چڪيون آهن. متان سمجهو تہ ڪو اهي افطار پارٽيون روزائتن کي روزا کولرائڻ لاءِ هونديون آهن. نہ نہ انهن ۾ شرڪت لاءِ روزائت يا بي روزائت جو شرط ناهي هوندو. غير مسلم بہ شوق سان شرڪت ڪندا آهن. پر شرط اهو آهي تہ هجيس "پيٽ وٽو". صحافي

هجڻ ڪري مفت جون دعوتون ڪائي ڪائي منهنجو به پيٽ وڏو ٿي ويو آهي، سو پل ۾ مون کي به وڏو ماڻهو سمجهي ڪٿي سنڌ جي وڏي وزير عبدالله شاهه جي مان ۾ ڏنل افطار پارٽي جو دعوت نامو موڪلياڻون. مون سان ساٿي شير محمد کهاوڙ به گڏ هو. سو اتي کهڙي صاحب کي ڏسندي ئي سندس سماجي خدمت وارو پراڻو جذبو جوش ۾ اچي ويو. مون کي چيائين ته اسان جو چونڊيل نمائندو ڳوٺ ته نه ٿو اچي سو هت ڪيس سمورا مسئلا ٻڌائي ته حل ڪرائي وٺون. مون به چيومانس ته نيڪي جي ڪم ۾ دير ڇا جي. همراهه هت ڏيندي، پنهنجو تعارف ڪرايس. کهڙي صاحب به سياسي خوش اخلاقي سان مسڪرائيندي ڪيس ڇاتيءَ سان لڳايس. شير صاحب روايتي جذبي سان چيس "اسان جي ڳوٺ جي گرلس مڊل اسڪول جو ڪم سالن کان اڌ ۾ رڪيل آهي، نياڻيون بوائز هاءِ اسڪول ۾ ڇوڪرن سان گڏ پيون پڙهن. گرلس مڊل اسڪول جو رهيل ڪم جلد مڪمل ڪرائي ڏيو ته جيڪر ڳوٺ جي نياڻين جو ڏاڍو ڀلو ٿئي" کهڙي صاحب جواب ۾ سوال ڪيس ته "ڳوٺ ۾ گرلس مڊل اسڪول منظور ٿيل آهي؟" جيستائين شير محمد ورندي ڏئيس، هن روايتي جملو دهرايو ها ها بابا ضرور منظور ڪرائبو. مون واري دوست وري چيس ته ڳوٺ جي عوام جو مطالبو آهي ته گورنمينٽ بوائز اسڪول گاجي کهاوڙ جو نالو ناميار ي اديب ۽ صحافي مرحوم سائين ف-م لاشاري جي نالي منسوب ڪرايو وڃي. ان ڏس ۾ توهان وزير تعليم عبدالسلام ٿهيم کي چئو ته منظوري ڏيئي. کهڙي صاحب جواب ۾ وري به سوال ڪيس. "ڳوٺ" ۾ هاءِ اسڪول موجود آهي؟" مون واري يار جواب ۾ ڪٿي بس ڪئي. چيومانس "اڃا ڳالهاءِ".

چيائين "نه" جي هاڻي ٿيون ڪم چوندومانس ته پڇندو، "تعلقي وارهه ۾ گاجي کهاوڙ شهر آهي؟"

جنهن چونڊيل نمائندي کي اها به خبر ناهي ته سندس تڪ جي ٽيون نمبر وڏي شهر ۾ ڪو گرلس مڊل اسڪول يا بوائز هاءِ اسڪول آهي ته ان کان وڏيڪ کهڙي شيءِ لاءِ مطالبو ڪجي. جڏهن چوندن ۾ کهڙو صاحب شهر ۾ هفتي ۾ چار پيرا گاجي کهاوڙ ايندو هو ته پوءِ ٻڌوس ها عوام سان واعدا.

پلا هو مسئلن جي حل ۾ دلچسپي ڇو وٺي؟ تڪ جو ته آهي ڪونه- هر پيري پ پ پ جي ٽڪيٽ وٺي نازل ٿيندو آهي ۽ محترمه بينظير ڀٽو کي هر پيري تعلقي وارهه لاءِ ڪو مقامي اميدوار نظر ايندو ڪونهي. مزي جي ڳالهه ته

اسان واري تعلقي جي تاريخ ۾ ڪڏهن به ڪو تعلقي جو ماڻهو ناهي چونڊيو. پوءِ انهي تڪ جي عوام کي ابتا جواب نه ملندا ته سبتا ملندا. چونڊن ۾ ته پاڻ وارن سياستدانن جي تقرير جمهوريت جي جڳ مشهور آمريڪي چيمپئن ابراهام لنڪن جي ان قول بنا اڌپوري هئي ته.

"جمهوريت عوام لاءِ آهي، عوام ذريعي آهي ۽ عوام جي آهي."

جيئن روسي سائنسدان ڪلاشنڪوف موتمار هٿيار ڪلاشنڪوف ايجاد ڪرڻ ڪانپوءِ ان جو ناجائز استعمال ڏسي، پنهنجا چنڊا ڦي پٽيا. ائين ويچاري ابراهام لنڪن کي به خبر هجي ته، سندس قول سان پاڪستان جا سياستدان اهڙي جٺ ڪندا ته جيڪر وصيعت ڪيون وڃي ها ته ان قول کي پاڪستان جا سياستدان استعمال نه ڪا ڪري سگهن. هن کي ڪهڙي خبر ته سندس قول جي تشريح پاڪستاني سياستدان ڪجهه هن طرح ڪندا، "جمهوريت سياستدانن جي ڪرسي تي رسائي، عوام کي ٺوڪي ڏيڻ جو وسيلو ۽ پاڪستاني سياستدانن جي سوني جهرڪي آهي."

پلا اهي پاڪستاني جمهوريت صاحبه جا ڪرشما ته آهن، جو ڪيئي ڪورا جٺ رڳو ٺڪيٽن جي ٽيڪ، لفظن جي هيرا ڦيري ۽ ڏنن جي ڏانو ذريعي اسيمبلي ۾ پهچي ٿا وڃن ۽ مون جهڙا سادا ماڻهو هر ڀيري چونڊن ۾ سندن ڪوڙن واعدن اقرارن تي اعتبار ڪري سندن اڳيان ائين پيا نچندا آهن، جيئن مداري اڳيان پولڙو. ان وقت ائين پيا سمجهندا ته پاڻ وارو پوتار چونڊجي سو وڃي باقي پوءِ ٻيڙا پار ٿي ويندا ۽ جڏهن پوتار چونڊجي اسيمبلي ۾ پهچي يا خاص ڪري وزير يا مشير بڻجي پوءِ يارن جي رڙ هيٺ رڙ مٿي!! اسان جو عوامي نمائندو چونڊجڻ ڪانپوءِ مسئلا نه ٿو ٻڌي. واعدا نه ٿو پاڙي. چونڊيل نمائندي صاحب جو به ڪهڙو قصور. خبرناهي ته سندن ڪرسي ڪهڙا ڏينهن سلامت آهي. وري ڪيس ٻين چونڊن جي خرچ پکن لاءِ به تياري ڪرڻي آهي يا سڀ وقت وڃائي مسئلا حل ڪرڻ ۾. تازو سنڌ اسيمبلي ۾ جهيڙو ٿي پيو. صوبائي وزير مير نادر علي مگسي جي ماڻهن هڪ فوٽوگرافر کي گڏ ڪدي. سو صحافي اچي ڪاوڙيا. پوءِ ته ڏسڻ جهڙو منظر هو- مير نادر مگسي صاحب، پرويز علي شاهه نثار کهڙي ۽ ڪجهه ٻين وزيرن، خاص معاونن پريس ڪلب ۾ چار ڪلاڪ ڇبر تي ويهي صحافين کي پرچايو ۽ وضاحتون ڪيون. منهن جي اڳيان مختلف تڪن جي ڳوٺن جي عوام جون دانهون ۽ آهون ڦري آيون. ذهن ۾ خيال آيو ته پلا اڄ وزير صاحبن جي قيمتي وقت مان اهي چار ڪلاڪ ڪيئن نڪتا. جڏهن ته تڪ جي ماڻهن لاءِ ته وٽن وقت ئي ڪونهي!

# عورتن جو عالمي ڏينهن

اڄ ائين ارڇ تي عورتن جو عالمي ڏينهن آهي. اجوڪي ڏينهن تي هر سال سڄي دنيا ۾ سرڪاري توڙي غيرسرڪاري ادارا ۽ عورتن جون مختلف تنظيمون عورتن جي جاڳرتا ۽ سندن حقن لاءِ خاص پروگرام منعقد ڪري پاڻ کي مطمئن ڪرڻ جي ڪوشش ڪنديون آهن ته بس هاڻي عورتن ۾ سجاڳي جي لهر دوڙي ويئي ۽ ڪين حق ملي ويا نه ته به ڪين ملڻ وارا آهن!! اقوام متحده وارا به ٻارڙن، مزدورن، عورتن وغيره جي عالمي ڏينهن ملهائڻ جا اعلان ڪري ۽ ان ڏينهن تي ڪجهه لٽريچر ڇپرائي اهو سمجهندا آهن ته هنن سندن سموريون ذميواريون پوريون ڪري ڇڏيون. پر ٽين دنيا جي هيٺئين طبقي جي عورت خاص طور ڳوناٺي عورت ويچاري کي ته خبر به نه پوندي آهي ته ڪو عورتن جا عالمي ڏينهن ملهائجن پيا. اڄ به غريب ڳوناٺي جي گهر ۾ ڌيءُ جو جمڻ پاراتو سمجهيو وڃي ٿو. پٽائي سائين جي بيت "سر جي تان سور ساماٺي تان سک ويا.

اهي ٻئي پور مون نماٺي نصيب ٿيا."

وانگر اڄ به ٻهراڙي جي غريب طبقي جي عورت ڄمڻ کان وٺي مرڻ تائين سورن ۾ آهي. تازو هڪ جلسي ۾ شهري عورتن جي هڪ تنظيم جي اڳواڻ هڪ جذباتي تقرير ڪندي چيو ته عورت کي هت ذاتي ملڪيت سمجهيو ٿو وڃي ۽ ان جو مال، ڍور، ٻڪن وانگر واپار ڪيو ٿو وڃي. ان عورت اڳواڻ جي ڳالهه ت صحيح هئي پر شهري عورت هجڻ سبب اجا ڪيس خبرناهي ته ٻهراڙي ۾ عورتن سان ڪهڙا ڪلور پيا ٿين. عورتن کي ڍورن، ٻڪن وانگر واپار ڪرڻ ڪانپوءِ به ڪين گوڏر ڌاندن ۽ پلن گهوڙن جيترو سکيو رکيو وڃي تڏهن به وڏي ڳالهه آهي. ٻهراڙي جي عورت ته اڃا تائين ڍور ٻڪن کان وڌيڪ پئي ڪتجي. رونبي کان وٺي لاباري تائين ۽ ول ڍوهڻ ڳاهه هڪلڻ ۽ مال جي گاهه چاري ۽ ڪونر ملي ڏيڻ ڪانپوءِ به هن ماني بچائڻ ۾ دير ڪئي ته مٿس لٺين جا وسڪارا ٿي ويندا. اڄ به مرد پاڻي جي واري تان خون ڪرڻ ڪانپوءِ راجوڻي ڏنڊ ڏوهه کان بچڻ ۽ عدالت کان گهٽ سزا ملڻ لاءِ پنهنجي عورت تي ڪارنهن جو الزام هڻي ان کي مارڻ ۾ دير نه ٿو ڪري. اڄ به عورتن کي گهر جي ڪم ڪار ۽ انا جي مسئلي سبب شادي جهڙي

حق کان محروم ڪرڻ ۽ سندن ڇمار غرق ڪرڻ وارن کي معتبر سمجهيو ٿو وڃي. عورت رڳو ڪوٺن ۾ قيد هجي يا تعليم کان محروم هجي پر ان سان انساني سلوڪ ڪيو وڃي تڏهن به ڇڻ ڀھراڙي جي عورت کي حق ملي ويا. ڳوٺ ۾ ته سرخي مساڳ هٿڻ ۽ ڏوتل وڳو پائڻ، ٺهڪ ڏيئي کلڻ به عورت جو وڏو گناهه سمجهيو ٿو وڃي. اڄ به مردن جي ڏوهه ۾ ٽاٽن تي عورتن کي گھلي مٽن تشدد ڪرڻ کي قانون ڇيو وڃي ٿو ۽ خون جي بدلي ۾ عورت کي ڏيڻ صحيح سمجهيو وڃي ٿو. ان حالت ۾ عورتن جو عالمي ڏينهن، انهن عورتن لاءِ لاپائتو ثابت ٿئي، سو خدا ڪري. وري به پاڻ وٽ عورتن تي ڪئي ظلم ٿئي ٿو پوءِ به انهن کي ڪنهن نه ڪنهن صورت ۾ جيئڻ ڏنو وڃي ٿو. ڌيءُ ڄمڻ ڪانپوءِ ڪو ماٺهو ارهو ٿئي ٿو پر ان کي گهٽو ڏيئي مارڻ جو رواج ڪونه پيو آهي. جڏهن ته هندستان ۽ نيپال جهڙن ملڪن جي ڪن علائقن ۾ ته هڪ ڌيءُ ڄمڻ ڪانپوءِ ٻي ڌيءُ ڄائي ته ان کي ماءُ يا ڏاڏي گهٽو ڏيئي يا سندس نڙي ۾ ڪجهه سخت شيءِ وجهي ان کي اڦت ماريو ڇڏي!! ايتري قدر جو هاڻي اتي الٽرا سائونڊ وسيلي اڳ ۾ رپورٽ ورتي پئي وڃي ته پيٽ ۾ پٽ آهي يا ڌيءُ. جيڪڏهن ڌيءُ آهي ته ڄمڻ کان اڳ ئي ان کي ڪيرايو وڃي ٿو. گذريل آچر رات پوٽين ٺهين وڳي زي ٽي وي تي اهڙين مائرن، پينرن، ڏاڏين ۽ نانين جا انٽرويو پڻ نشر ڪيا ويا، جن اقرار ڪيو ته غربت ۽ ڏاج ڏنگر جهڙين رسمن جي مجبوري سبب هو هڪ کان وڌيڪ ڌيءُ جو بار برداشت نه ٿا ڪري سگهن. تنهن ڪري انهن کي مارڻ ۾ ڪين ذري برابر به هٻڪ نه ٿي ٿئي. هندستاني حڪومت ان ڏس ۾ سينٽر به قائم ڪيا آهن ۽ اهڙن والدين کي ترغيب ڏين ٿا ته ڌيئرن کي ماريو نه بلڪه انهن کي سينٽرن ۾ ڇڏي وڃو ته سندن پالنا حڪومت ڪندي. پر اڃا تائين هر سال لکين ڌيئرن کي ڄمڻ کان اڳ يا ڄمڻ جي ٻن ڏينهن اندر موت جي ننڊ سمهاريون پيو وڃي. پاڻ وٽ اسلامي حڪومت آهي ۽ اسلام اهڙين ڪريائتين روايتن کان روڪي ٿو. تڏهن به اڃا تائين حڪومتي سطح تي عورتن جي بهتري لاءِ ڪي خاص اپاءُ نه ورتا ويا آهن.

عجيب اتفاق آهي ته ٽن اسلامي ملڪن ترڪي، بنگلاديش ۽ پاڪستان جون سربراهه به عورتون آهن. ان حالت ۾ اها اميد ڪري سگهجي ٿي ته عورت حڪمران ڏتڙيل ۽ ستايل عورتن جي ڀلائي لاءِ ڪجهه ڪنديون. نه رڳو انهن جي سماجي ڀلائي لاءِ پر جيلن ۾ ٻچڙن سوڌو قيد عورتن جي رهائي لاءِ پڻ قدم کڻنديون.

# ڏڪاريا ڏيهہ مان ڦل موذي سپ مرن

سنڌوءَ سڪي ويو- سنڌ جي سدا سوڻا شاخن، واهن ۽ مائنرن جي تري مان واري پئي اُڏامي. مسڪين ماروئڙن جا منهن لٿل آهن. مايوسي مان پنهنجا سڪل فصل، پنل اکين سان لٽي مال کي چارو ڪري پيا ڏين. عيد تي ڳوٺ وڃڻ ٿيو تہ اوطاقن، هوٽلن ۽ گهرن ۾ هر ڪچهري ۾ هڪ ئي وائي هئي.

- پاڻي ڪڏهن ايندو؟

- سنڌ ۾ ڪارو ڏڪار تہ نہ ايندو؟

"نہ چاچا- "خير گهر"- سنڌ کي پٽائي سرڪار جي دعا ٿيل آهي.

"سائين سدائين ڪرين مٿي سنڌ سڪار......"

ڏڪارين کي لطيف سرڪار اهڙو پٽيو آهي جو ڪڏهن ساوا ئي نہ ٿيندا.

"ڏڪاريا ڏيهہ مان ڦل موذي سپ مرن...."

سنڌ ۾ سدائين سڪار هوندو. سنڌ سدائين آباد ۽ سرسبز هوندي.

پلا تونسہ بيراج جو نظام سنڌ حوالي ٿيندو؟

ها بابا ڇو نہ ٿيندو؟ ملڪ جي راڄ راڻي چوي ٿي تہ، "تونسہ بيراج انتظامي لحاظ کان سنڌ حڪومت جي حوالي ٿيندو" پوءِ ڪنهن کي جرئت ٿيندي انڪار ڪرڻ جي؟ پلا وڏو پاءُ ننڍي پاءُ کي اڄ مرڻ تہ نہ ڏيندو نہ......

"پنجاب سرڪار تہ جواب ڏيئي ڇڏيو- چئہ: تونسہ بيراج سنڌ حوالي نہ ڪيو ويندو! پر ۾ وينل هڪ جذباتي نوجوان ڇئي ڏنو. ڪچهري ۾ وينل جهونا منهنجو منهن تڪڻ لڳا. مان ڪلو وڪو ئي ويس. نيٺ هڪ حجائتي مائٽ چئي ڏنو تہ پلا ڪراچي ۾ اخبار ۾ ڪم ڪندو آن يا ڪاڳر ميڙيندو آن؟ هت اسان جا فصل سڙي سڪي ويا. ٻورن ٻڪرن جي پيئڻ لاءِ بہ پاڻي ڪونهي. تون وينو ٿو ٻڌائين تہ تونسہ بيراج بہ سنڌ کي ملي ويندو. وڏو پاءُ پنجاب ننڍي پاءُ سنڌ کي اڄ مرڻ نہ ڏيندو. پلا اڃا اڄ مرڻ کي سڱ ٿيندا آهن ڇا؟ هو بنا ڦل اسٽاپ ۽ ڪاما جي ننڍڙي تقرير ڪري ويو. ڪچهري ۾ منهنجو اخبار نويسي وارو رعب ڌهي پيو. ٽڪائي کي لڪائيندي، نڪ نرڄائي سان ڪنگهي گلو درست ڪندي وري ڪين سمجهائڻ جي

ڪوشش ڪيم.

چاچا سائين منهنجي ڳالهه ته ٻڌو نه....

"توهان ڪان وسري ويو ڇا پاڻي وارو معاهدو؟

اڃا ڪالهه ڪالهوڪي ڳالهه آهي ته مرحيات ڄام صادق پنجاب سان پاڻي جو معاهدو ڪري آيو هو.

توهان بينر ۽ پوسٽر نه پڙهيا هئا ڇا؟

"ڄام ڪٺي آيو پاڻي- هو جمالو"

"سر سبز ٿيندي سنڌ الا هو جمالو"

ڄام صاحب جي پاڻي واري معاهدي جي شان ۾ لکيل لکٿيداس جا مضمون پڙهو ها پوءِ ته توهان شايد ايترو مٿو ئي نه ڪپايو ها.

مون ڪالر ٿاهيندي مٿن ڪوڪلو رعب ڄمائڻ جي ڪوشش ڪئي." پر سائين مان اڃا ڄام مرحيات جو نالو ورتو ئي مس پوءِ ته اچي ٿا سيئي مچرجن.

مون ته پڇي جان بچائي باقي خبر ناهي ته پنيان ڄام صاحب سان ڇا وهيو واپريو.

وقت چوي آءٌ بادشاهه! جيئري ته پنهنجي شان ۾ هر حڪمران قصيده لکرائي سگهي ٿو پر وقت وڏو منصف ٿئي. مرڻ ڪانپوءِ قبر تي گل ٿا چڙهن يا ڌماڪا ٿا ٿين. اهو وقت جو ئي فيصلو هوندو آهي!!

ان وقت به ڪي جوڌا جوان ۽ سنڌ جا سچا پٽ موجودهئا ۽ اڃا آهن، جن علل اعلان چيو پئي ۽ چون پيا ته "پاڻي جو ٺاهه نامنظور.

"ڪالاباغ ڊيم نامنظور"

اهي نعرا هاڻي به زنده آهن ۽ انهن جي سچائي ۾ وقت گذرڻ سان گڏو گڏ وڌيڪ چٽائي ايندي پئي وڃ.

ڪالهه ضلعي عمر ڪوٽ جي خبر نظر مان گذري ته مسڪين ماڻهن پاڻي جو آسرو لاهي سندن سڪل فصل مال ڪان پيلائي ڇڏيا ۽ اهي وزير آبپاشي ظفر علي لغاري ڪان سوال ٿا پڇن ته هاڻي هو سندن ٻچن جو پيٽ ڪيئن پالين؟

پلا جن جي گذر سفر جو دارومدار ئي پوکي تي آهي، اهي گذر سفر لاءِ ڪنهن جي در تي ويندا. جيڪي هاري پنهنجي سلي ۽ سر ڪي برابر سمجهندا آهن. خبر ناهي ته انهن پنهنجي سڪل سلي ۾ ڪيئن ڏاٽو ڦيريو هوندو.

دنيا جو وڏي ۾ وڏو نهري نظام سنڌ ۾ آهي ۽ سنڌو درياءَ جو هڪ نالو

اباسين به آهي. جنهن جي معنيٰ آهي. ”دريائن جو پيءُ“

اڄ مهراڻ ۾ موڄ ڪانهي- دريائن جي ابي سنڌوءَ جا ڪپر ۽ ڪَن ماٺا آهن. پر ها! سنڌ واسين جو من ماٺو ناهي. سنڌن من ۾ ائين ئي مانڌاڻ متل آهي، جيئن ”ماڻي منجهه مهي“ ۽ ڀٽائي جو اهو سڌ ڪين تيسين سُک سان سمهڻ نه ڏيندو. جيسين وري مهراڻ ۾ موڄ نه اچي. جيسين ڏيهه مان سيني ڏڪارين ۽ موذين جو انت نه اچي. ها سنڌ اوليائن جي ڌرتي آهي. سنڌ کي پيرن فقيرن جي دعا ٿيل آهي. سنڌ کي ڪوسو واءُ نه لڳندو. جڏهن به سنڌ واسين تي ڪا اوکي مهل ايندي آهي ته اهي ڀٽائي سرڪار کي دانهن ڏيندا آهن ۽ پوءِ ڏڪاريا گهڻو وقت جٽاءُ نه ڪري سگهندا آهن. منهنجو يقين آهي ته سنڌ جو پاڻي بند ڪندڙ جلد ناس ٿيندا. درياءَ بادشاهه کي ضرور جلال ايندو ۽ مٿس بند ٻڌندڙ ڳوليا نه لڀندا. ”آهه غريبان قهر خدائي“ محترمه بينظير ڀٽو کي مسڪين ماروئڙن جون آهون ۽ دانهون جلد ٻڌڻ گهرجن. پاڻي جو مسئلو دائمي طور حل ڪرڻ گهرجي. نه ته وقت وڏو بادشاهه آهي، ڪنهن کي ڪونه بخشي.....

# سنڌ آپريشن

اها حقيقت آهي تہ دنيا جو ڪوبہ مسئلو تلوار جي ڌار يا گوليءَ جي آڌار تي حل ٿي نہ سگهيو آهي. حڪومت طرفان سنڌ آپريشن کي جون ۹۴ع تائين ختم ڪرڻ جو فيصلو ٻڌي هڪ پاسي خوشي محسوس ٿي تہ نيٺ جمهوري حڪومت پنهنجا رنگ ڏيکاريا ۽ فوج کي سرحدن جي نگهباني لاءِ آجو ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. ٻئي پاسي سنڌ جي ٻهراڙي ۾ ڌاڙيلن جي ڪلاشنڪوفن جا ٺڪاءُ ڪنن ۾ گونجڻ لڳا ۽ ڪراچي ۾ دهشتگردن جا سنڌين جي گهرن مٿان حملا ۽ مسڪين سنڌين جا لاش ريتي رت ۾ لهو لهان اکين اڳيان ڦرڻ لڳا- پلا مون ڪان اها ٻي سيپٽمبر ۱۹۸۹ع واري رات ڪيئن ٿي وسري سگهي، جڏهن ڪراچي جي مريد ڳوٺ ۾ اسان جي گهرن تي اوچتو حملو ٿيو هو، گوليون ڪمرن ۾ اندر ٽپي پيون هيون ۽ مرحوم سائين ف- م لاشاري جي ننڍڙن ٻارڙن، پائو شير محمد ڪهاوڙ، اسلم سيهڙ ۽ مون صبح تائين گولين جي پڙلاءَ ۾ ويهي موت جو انتظار ڪيو هو. جس هجي ڳوٺ جي انهن پهريدار دلير ڇتا قبيلي جي ماڻهن کي جن سينو سپر ڪري سڄي رات دهشتگردن سان دوبدو مقابلو ڪري اسان کي گولين جو ڪاڄ ٿيڻ کان بچايو هو. ان رات ڪراچي جي ڪيترن ئي سنڌي ڳوٺن ۽ مال جي واڙن، ٻهراڙي کان ايندڙ بسن ۽ سنڌين جي اڪيلن گهرن تي حملا ٿيا هئا، جنهن ۾ ڪيترائي بيگناهہ سنڌي مارجي ويا هئا. هوڏانهن ڳوٺن، رستن شهرن ۾ ڪو ڏينهن ۽ رات خالي نہ هو جو بہ ٽي درجن اغوائن، ڦرن، ڌاڙن ۽ قتل جون وارداتون نہ ٿينديون هجن. اهي حالتون ڪيئن پيدا ٿيون، يا پيدا ڪيون ويون؟ ان موضوع کان قطع نظر، حالتن جي پيش نظر نواز حڪومت طرفان ۲۹ مئي ۱۹۹۲ع سنڌ ۾ فوجي آپريشن شروع ڪيو ويو. سنڌ آپريشن توڙي جو نواز شريف جي حڪومت شروع ڪيو ويو پر ان جي پٺيان اصل قوت جنرل آصف نواز هو. ڇو تہ پاڪستان ۾ ڀلي ڪٿي جمهوري حڪومت قائم هجي، پر ان ۾ جنرلن جو وڏو عمل داخل رهي ٿو. ماڻهو اصل طاقت انهن کي تصور ڪن ٿا. جنرل آصف نواز سنڌ جو ڪور ڪمانڊر پڻ رهي چڪو هو. هن ڄاتو ٿي تہ سنڌ مان مارشل لا

دور جو گند ٻهارڻ ڪو سولو ڪم ڪونهي. جنرل ضياءَ جي يارهن سالن واري دور ۾ جنهن ڪلاشنڪوف ڪلچر ڪي جنم ڏنو ويو هو، ان ڪي ختم ڪرڻ لاءِ وري به سالن جي ضرورت هئي. ڇو ته سنڌ جي ٻهراڙي ۾ ڌاڙيل راڄ پنهنجي اوج کي پهچي چڪو هو، خاص طور حيدرآباد ۽ ڪراچي ۾ جنرل ضياء طوفان بوتل ۾ بند ڪيل جن "ايم ڪيو ايم" بوتل کان ٻاهر اچي چڪو هو. هنن عام ماڻهن، واپارين صنعتڪارن، سياستدانن، ڪامورن کان وٺي فوجي آفيسرن کي به پنهنجون آڪيون ڏيکارڻ شروع ڪيون. ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ ڪنهن به حڪمران لاءِ جام صادق وانگر الطاف حسين جي پيرن تي هٿ رکڻ کان سواءِ حڪومت ڪرڻ ناممڪن بڻجي ويئي هئي. اهڙي صورتحال ۾ فوجي قدم کڻڻ ضروري سمجهيو ويو پر سنڌ پريشن جي پڄاڻي کان اڳ جنرل آصف نواز وفات ڪري ويو، تنهنڪري سنڌ آپريشن پنهنجا مقصد حاصل نه ڪري سگهيو، تڏهن به سنڌ ۾ بدامني جي ٻرندڙ باهه تي پاڻي جو ڇنڊو ضرور پيو ۽ ايم ڪيو ايم جو اصل چهرو عوام آڏيان وائکو ٿيو.

بينظير ڀٽو جي موجوده حڪومت کي پاڻ سانگي سنڌ آپريشن ورثي ۾ مليو. جيڪڏهن پ پ حڪومت سنڌ ۾ فوج گهرائي ها ته مخالف ڌر وارا واويلا مچائي ڇڏين ها. پر جيئن چوندا آهن "وڙهن ڇور پلو ٿئي پاڳئي جو"- نواز شريف- الطاف حسين جهيڙو يا نواز- اسحاق خان جهيڙو پ پ لاءِ ڀاڳ ثابت ٿيو ۽ بينظير ڀٽو جي ٻيو ڀيرو حڪومت قائم ٿيڻ جو سبب بڻيو.

آپريشن جو مکيه مقصد هو ته ڌاڙيلن ۽ دهشتگردن جو خاتمو آندو ويندو ۽ سنڌ ۾ دائمي امن امان جو راڄ قائم ڪيو ويندو. هن وقت پ پ حڪومت طرفان آپريشن ان وقت ختم ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو آهي، جڏهن وري اغوائن ۽ ڦرن جي وارداتن جون خبرون اخبارن جي زينت بڻجڻ لڳيون آهن ۽ ڪراچي ۾ ايم ڪيو ايم طرفان ٽوڙ ڦوڙ، ڌمڪين، گولين، هڙتالن ۽ حراس پکيڙڻ وارو لهجو اختيار ڪيو ويو آهي. جنهن مان لڳي ٿو اڍائي ڏيڍ سالن جي آپريشن دوران ڌاڙيلن ۽ دهشتگردن جو خاتمو نه اچي سگهيو هو پر اهي وقتي طور حالتن جي مصلحتن تحت خاموش ٿي ويا هئا ۽ آپريشن جي شدت ۾ گهٽتائي ايندي ئي، هو وري "ساڳيا لاٽون ساڳيا ڇگهه" وانگر پنهنجي ڌنڌي کي لڳي ويا آهن. سنڌ آپريشن دوران امن جي بحالي جي نالي ۾ اسان کي ڪيتري قيمت ڀرڻي پئي آهي؟ اهو به هڪ جدا موضوع آهي، پر اهو ثابت ٿي چڪو آهي ته اسان کي ٽندو ٻهاول

جي شهيدن سميت انيڪ بيگناهه ڳوٺاڻن جي حياتين جي قربانين جي باوجود دائمي امن ڪونه ملي سگهيو.

جون ۹۴ع تائين آپريشن ختم ڪرڻ واري فيصلي جي مختلف سياسي ڌرين طرفان ته آجيان ڪئي پئي وڃي پر عام سادو ۽ امن پسند شهري توڙي ڳوٺاڻو پريشان ٿي ويو آهي ته مبادا وري آپريشن کان اڳ واريون حالتون نه پيدا ٿي وڃن ۽ وري نه ڪين جاڳي راتيون گذارڻيون پون. ان ڪري ضرورت ان ڳالهه جي آهي ته موجوده حڪومت امن امان کي يقيني بڻائڻ لاءِ متبادل اثرائتا اپاءَ وٺڻ ۽ عوام جي جان، مال ۽ عزت جو تحفظ يقيني بنائڻ کانپوءِ اهڙو قدم کڻي ته بهتر ٿيندو. ڪٿي ائين ته نه آهي جو موجوده حڪومت سان ڪا ڪيڏ ڪيڏي پئي وڃي يا خود وفاقي حڪومت سنڌ حڪومت جون معاشي حالتون سڌارڻ جي شوق ۾ عام ماڻهن جو ڏيوالو پئي ڪڍي! هونئن ته سنڌ ۾ فوج جو ترسڻ ڪنهن به حوالي سان صحيح ڪونهي ۽ امن امان جو مسئلو چونڊيل حڪومت جو آهي، پر اڳوڻي پ پ حڪومت بدامني خت ڪري نه سگهي هئي. هاڻي به آپريشن ختم ڪرڻ کان اڳ ڪيس سئو پيرا سوچڻ گهرجي ته ڪٿي، ”لوٽي کان ٻنگهٽو نه ڳرو ٿي پوي.“

# اڪرو- واڳون

انڪشاف ٿيو آهي ته ضلعي نواب شاهه جي ديهه اڪرو- ٢ ۾ اهڙا نرالي قسم جا واڳون رهن ٿا، جيڪي دنيا جي ٻئي ڪنهن به حصي ۾ موجود ناهن. اخباري خبر موجب ٣٦ ڪن تلائن رهندڙ ١٩ هزار اهي واڳون رنگ، نسل، عادتن ۽ اطوارن جي لحاظ کان به پنهنجو مٽ پاڻ آهن جن کي دنيا جو ائون عجوبو ڪوئجي ته غلط نه ٿيندو. اخبار ۾ ڇپيل اهو انڪشاف پڙهي مون کي گهٽي حيرت نه ٿي ۽ انهن واڳوئن جو ڳاڻيٽو به صحيح نه لڳو. ان جو وڏو ڪارڻ شايد اهو آهي ته سال ٩٣ دوران سنڌ ۾ اهڙن ڪيترن ئي واڳوئن جا انڪشاف ٿيا آهن،جيڪي پنهنجن پنهنجن عادتن ۽ خصلتن ۾ يڪتا قسم جا آهن. جيڪڏهن انهن کي دنيا جي عجوبن ۾ شمار ڪجي ته جيڪر عجوبن جو انگ ائن بجاءِ سون کي وڃي پهچي.

منهنجي خيال ۾ دنيا جي عجوبن ۾ رڳو نواب شاهه جي ديهه اڪري- ٢ جي واڳوئن کي شمار ڪجي ته اها انهن واڳوئن سان ناانصافي ٿيندي، جيڪي محلاتن، نجي، سرڪاري آفيسن ۽ اقتدار جي ڪرسين تي ويٺا آهن ۽ وجهه ملندي ئي قومي ناڻي سان گڏ قوم کي به ڳڙڪايو ٿا وڃن. سال ٩٣ جي شروعات ۾ پڻ اهڙي قسم جي هڪ نرالي واڳون جو انڪشاف ٿيو هو، جنهن جي ڪوٽ (ذاتي جيل) ۾ سوين هاري هڏاون پڃرن جهڙين عورتن ٻارن ۽ ٻچن سميت قيد هئا. ان واڳون جي انڪشاف کان پوءِ ته اهڙن واڳوئن جي لائين لڳي ويئي هئي. روز ڪو نه ڪو نئون واڳون اخبارن جي زينت ٿي بڻيو ۽ اهو انڪشافن جو سلسلو معين قريشي جي نگران حڪومت ۾ ان وقت چوٽ چڙهي ويو، جڏهن اهڙن هزارين، صنعتي، سياسي ۽ حرفتي واڳوئن جون لسٽون اخبارن ۾ شايع ٿيون.

تازي انڪشاف موجب اڪرو واڳون روشني جا پوڄاري آهن ۽ روزانو سج ايرڻ جو بيچيني سان انتظار ڪندا آهي، پر اڳين انڪشافن وارا واڳون اونداهي جا پوڄاري آهن ۽ سالن کان مسڪين ماڻهن جي رت ست، پگهر پورهئي، اميدن ۽ ارمانن کي ڳڙڪائي پوءِ به پيا منگهي پير جي واڳوئن وارا ڳوڙها ڳاڙين. منگهي پير جي واڳوئن جي ذڪر تي هڪ ڳالهه ياد اچي ويئي. ڪجهه ڏينهن هڪ صحافين جو جٿو منگهي پير جو سير ڪرڻ ۽ واڳون ڏسڻ ويو. اتي هڪ صحافي

واڳن جي نگران کي اسرار ڪيو تہ مونکي واڳون جا آنا ڏيکاريو. نيٺ صحافي جي ضد تي ان شخص جيئن ئي مٽي هٽائي اتي واڳون جا پوريل آنا صحافي کي ٿي ڏيکاريا تہ هڪ واڳون صحافي تي حملو ڪري ڏنو ۽ واڳون جي نگران وچ ۾ پئي واڳون کي هڪل ڏني تہ هو موٽي پيو. صحافي ڏڪي ويو. نگران کان پڇيائين تہ، "واڳون ڇا تي مچرجي پيو؟" هن ٻڌايس تہ "واڳون سندس آنن (نسل) جي بقاءَ ۽ تحفظ لاءِ تو تي حملو ڪيو، پر منهنجي لڄ رکندي توکان ٽارو ڪري ويو!!" مون کي تعجب تازي انڪشاف بجاءِ واڳوئن جي ان خبر تي ٿيو هو، ڇو تہ واڳوئن کي بہ سندن نسل جي بقاءَ ۽ تحفظ جو اونو آهي، پر سنڌ ۾ موجود نرالي قسم جا واڳون تہ پنهنجي نسل جا بہ ويري آهن. نہ تہ اهي صدين کان پنهنجي قوم جون پيڙهين پنيان پيڙهيون ڳڙڪائيندا، انهن جي جسم جو ماس کوريندا، ۽ انهن جي رت پگهر تي محلاتون اڏيندا نہ رهن ها. منهنجي راءِ آهي تہ دنيا جي عجوبن ۾ نواب شاهہ جي اڪرو- واڳوئن کي شامل ڪرڻ ۾ تڪڙ کان ڪم وٺڻ نہ گهرجي. ٿورو ترسو ڏسون تہ سال ۹۴ ۾ اچا ڪهڙن ۽ ڪيترن واڳوئن جو انڪشاف ٿئي ٿو. مبادا انهن کان وڌيڪ نرالي قسم جا واڳون ليي پون تہ انهن سيني کي گڏي عالمي سطح تي ڪجهہ وڌيڪ عجوبن جي سفارش ڪجي.

اڪرو واڳوئن جي تحفظ لاءِ سياحت کاتي وارن جو ڌيان ڇڪايو ويو آهي. منهنجي خيال ۾ واڳوئن جي تحفظ جي ذميواري سڌو سنئون چونڊيل ميمبرن کي سونپجي تہ چڱو ٿيندو. هوئن بہ سياحت ۽ ثقافت کاتي وارا هن وقت تائين ڪهڙي شيءَ جو تحفظ ڪري سگهيا آهن جو ڪين اڪرو- واڳوئن جي پارت ڪجي. اتي تہ پاڻ اهڙا ڪوڙ سارا واڳون موجود آهن، جن سنڌ جي تاريخي ماڳن، عظيم فنڪارن ۽ قومي ورثن کي هڪ ئي ڳيت سان هڙپ ڪرڻ جا ريڪارڊ قائم ڪيا آهن. اصل ۾ هي ڪم جهنگلي جيوت کاتي وارن جو آهي، پر اهي صاحب لوڪ تہ هن وقت تائين خبر ناهي تہ اهڙن ڪيترن ناپيد ٿيڻ ۽ اڻ لڀ قسم جي جانورن جون نسلون ڳڙڪائي چڪا آهن. تنهنڪري انهن کي ايڪرو- واڳوئن تہ جي پل ۾ بہ خبر نہ ٻڌائجي. نہ تہ جيڪي واڳون سالن کان سخت قسم جي ماحول ۾ پنهنجو وجود بچايون پيا اچن اهي ڳوليا بہ نہ لڀندا. تنهنڪري سڀ پارٽ چونڊيل حڪومت جي عوامي نمائندن کي ڏجي تہ چڱو. ڇو تہ، اهي سنڌين ۽ سنڌ ۾ موجود جهنگلي جيوت جي تحفظ جا واعد اقرار ڪري، تازا تازا اسيمبلين ۾ پهتا آهن.

# ڪاپي ڪلچر ڇو؟

گذريل مئي مهيني کان وٺي سنڌ جي هاءِ اسڪولن ۽ ڪاليجن جي شاگردن جا ساليانا امتحان پيا هلن. هن سال امتحاني مرڪزن تي ڪجهه سختي ڪئي ويئي آهي ته جيئن ڪاپي جو ناسور ختم ٿي سگهي. ان قدم جي مختلف حلقن طرفان تعريف به ڪئي ويئي آهي. پلا! ڪاپي جي خاتمي تي ڪير ٿو ناراض ٿي سگهي. اهو سچ آهي. ته ڪاپي اسان جي نئين نسل جي صلاحيتن کي اڌوهي وانگر ناس ڪري ڇڏيو آهي، اسان کي زندگيءَ جي ڪنهن به شعبي ۾ چٽاڀيٽي ڪرڻ جي قابل ناهي ڇڏيو. پر اها به تلخ حقيقت آهي ته اعلي اختيار وارن ڪاپي جي خاتمي لاءِ سنجيدگيءَ سان ناهي سوچيو. اسان وٽ ڪنهن به برائي جي خاتمي لاءِ ان جا ڪارڻ ڳولڻ ۽ برائي جي جڙ کي ختم ڪرڻ بجاءِ سطحي قدم کڻڻ جو رواج پئجي چڪو آهي. ڌاڙيلن کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪروڙين رپيا پوليس ۽ فوج تي خرچ ڪيا ٿا وڃن ۽ لکين رپيا ڌاڙيلن جي سر تي انعام رکيا ٿا وڃن پر ڌاڙيلن جي پيدا ٿيڻ جا ڪارڻ اڃا تائين ناهن جاچيا ويا. ناجائز هٿيارن هٿ ڪرڻ لاءِ مهم هلائي ويندي پر هٿيارن جي سمگلرن کي پناهه ڏيڻ اسان جي فرض ۾ شامل آهي. آبادي جي واڌ لاءِ وزارتون قائم ڪري پبلسٽي تي لکين رپيا خرچ ڪيا پر ملڪ ۾ ڌارين جي يلغار بند نه ڪبي، ڇو ته سڄي دنيا جي مسلمانن کي پناهه ڏيڻ جو ٺيڪو رڳو اسان سنڌواسين کنيو آهي. هيروئن ۽ نشي وارين شين جي خاتمي لاءِ ڪيترائي ڪاتا کولي منشيات جي ننڍن واپارين يا موالين جي پنيان وٺ پڪڙ ڪئي ويندي. پر مجال آهي جوهيروئن جي بنين ۽ وڏن سمگلرن جو ڪو نالو وٺي سگهي.

ساڳي وات ڪاپي ڪلچر جي خاتمي لاءِ اختيار ڪئي پئي وڃي- ايس ڊي ايم صاحب، پوليس جا اڻالا ساڻ کڻي امتحاني سينٽرن تي ڇاپا هڻي ڪجهه شاگردن کي ڪاپي ڪيس ۾ چالان ڪري، ڪجهه استادن جون نوڪريون تيل ڪري ۽ ڪجهه بورڊ جي عملدارن کي معطل ڪري اهو سمجهي ڇڏيو ته بس ڪاپي جو خاتمو اجهو آيو ڪي آيو. پر اها ائين ختم ٿي نه ٿي سگهي. ها اهو به

چڱو قدم آهي- ڪجهه شاگرد سختيءَ جي خوف کان پڙهند اهِ استادن کي پڙهائڻ تي مجبور ڪندا، پر منهنجي ذاتي مشاهدي تي ٻڌل راءِ آهي ته ڪاپي ڪري امتحان پاس ڪرڻ شاگردن جي مجبوري آهي.

چا انهن کي جيڪو ڪورس پڙهايو وڃي ٿو، اهو انهن جي ذهن جي موافق آهي؟ چا انهن کي پڙهائڻ لاءِ استاد اهليت تي پرتي ڪيا وڃن ٿا؟ چا استادن کي سکيا ڏيڻ لاءِ خاطر خواهه بندوبست ٿيل آهن- چا تعليمي کاتي جا ڪامورا تعليمي سرشتي سان سچا آهن؟ انهن سوالن جا جواب اڪثر ناڪار ۾ ملندا.

مون انٽر سائنس ۾ پاس ڪئي هئي. انٽر جي مضمونن ڪيميسٽري، فزڪس، مئٿس، انگلش، بائني، زولاجيءَ جي سوال نامن ۾، ٽن ڪلاڪن اندر اٺ اٺ سوال حل ڪرڻا ٿا پون. سي به انگريزي ٻولي ۾ هڪ هڪ مکيه سوال جا گهٽ ۾ گهٽ ٽي ٽي الڳ حصا (اي) (بي) ۽ (سي) شامل هوندا آهن. تعليم کاتي وارا دل تي هٿ ته ڌيري ڏسن ته جيڪڏهن انهن سوالن جي حل لاءِ ليڪچرارن کي ويهاريو وڃي ته اهي حل ڪري سگهندا. منهنجي خيال ۾ اهڙا پيپر ته ڪو انگريز سائنسدان ئي حل ڪري سگهي ٿو. تازو منهنجي ننڍڙي ڀيڻ فهميده نائين ڪلاس جو امتحان ڏيئي وئيڪيشن مون وٽ ڪراچي ۾ گذارڻ آئي. پڇيو مانس بابلا تنهنجا پيپر ڪيئن ٿيا؟

چيائين: ادا چڱا ٿيا.

چيو مانس: ايندڙ سال اجا به سختي ٿيندي. مئٽرڪ جي امتحان لاءِ تو کي سخت محنت ڪرڻي پوندي. هاڻي کان وٺي نوٽ بڪ ٺاهه. چيائين: ادا مئٽرڪ جي ڪورس جا ڪتاب ڏٺا اٿئي؟ مان ڪٿي حافظ ٿيان تڏهن به هڪ سبجيڪٽ جي تي سگهنديس. ايترا ڪتاب ڪيئن ياد ڪريان. اجا به سيميسٽر سسٽم هجي ته ڪٿي حصن ۾ تياري ڪجي. استاد به وڌ ۾ وڌ ڪٿي نوٽ بڪ لکرائيندا آهن. سي به جيڪي محنتي هوندا آهن. ٻيا ته سندن سبجيڪٽن لاءِ چئي ڇڏيندا آهن ته گذريل سال وارن کان بڪ وٺي لکي ڇڏيو. اسان گهٽا بڪ ياد ڪريون.

اسان جي تعليم کاتي وارن ڪڏهن پنهنجي تعليمي نصاب ۽ تدريسي سسٽم جوجائزو ورتو آهي. ته اٺ ڪتابن جا معصوم شاگرد ڪيئن پڙهندا هوندا. مان ڪاپي جي حق ۾ قطعن ناهيان. ڪاپي ته چا پر اسانوٽ پيپر ليڪچرارن کان حل ڪرائڻ، هڪ جڏي شاگرد جي جاءِ تي هوشيار شاگرد جو ويهڻ، امتحان کان

پوءِ پرچن جو پيچو ڪري، مارڪون وٺڻ ۽ بورڊ يا يونيورسٽي مان ٻيهر ڳٽپ ذريعي رشوت عيوض مارڪون وٺڻ معمول بڻجي ويو آهي. اهي سمورا تباهه ڪن طريقا مڪمل طور ختم ٿيڻ گهرجن.

اسان جي موجوده تعليمي نصاب موجب اڪثر شاگرد پوسٽ گريجوئيٽ ڪرڻ ڪان پوءِ به انگريزي لکي يا ڳالهائي نه ٿا سگهن. اهي انگريزي ٻولي ۾ ڪيئن ٿيوري سمجهندا يا تجربا ڪندا؟ تنهنڪري سموري تعليمي نصاب ڪي تبديل ڪرڻ گهرجي. ٻي ڳالهه ته رشوت ۽ سفارش تي ڀرتي ڪيل استاد، جيڪي پاڻ ئي ڪجهه نه ٿا ڄاڻن ته اهي شاگردن ڪي ڪيئن پڙهائيندا. تنهنڪري استادن جون ڀرتيون نج اهليت تي ٿيڻ گهرجن. ٽين ڳالهه ته تعليمي آفيسرن توڙي استادن جي يونين جو به تعليمي نظام ڪي ڊانوانڊول ڪرڻ ۾ وڏو هٿ آهي. جنهن ڪري ٻنهي طبقن تي ضابطي ڪرڻ جي ضرورت آهي. ٻئي ڌريون مسئلن جي حل لاءِ هڙتالن ۽ بائيڪاٽن جو سهارو ٿيون وٺن، جنهن جو سڌو اثر تدريسي عمل تي پوي ٿو. هڪ طرف انهن کي پنهنجو رويو سڌارڻو پوندو ٻئي طرف حڪومت به انهن جي جائز مسئلن ڪي حل ڪري، ڪين تعليمي ماحول بگاڙڻ جو موقعو نه ڏيئي. انهن چند بنيادي ڳالهين طرف ڌيان ڏيڻ ڪانپوءِ انتظاميا ڪي حق آهي ته اها امتحاني مرڪزن تي شاگردن تي سختيءَ ڪري ۽ شاگردن جي ڪنهن به عذر ڪي قبول نه ڪري. باقي وهت تي ان جي قوت ڪان وڌيڪ بار رکي پوءِ ان تي ڇهبڪ وسائڻ سان گگدام دانهون ته ڪندو پر بار نه کٽي سگهندو. مريض جو علاج مرض جي سڃاڻپ سان ٿيندو آهي رڳو ڏکي تي دوا جا وڏا وزن ڪارائڻ سان مرض جي پاڙ نه ٿي پٽجي سگهجي.

# نشي جو واهپو ۽ اسان جو آئيندو

٢٦ جون تي منشيات خلاف عالمي ڏهاڙو ملهايو پيو وڃي ته جيئن نشي جهڙي موتمار بيماريءَ بابت عالمي ضمير کي جاڳائي سگهجي. نشي جي واهپي ۾ تيزيءَ سان اضافو سڄيءَ دنيا لاءِ للڪار بڻجي چڪو آهي. هڪ سروي موجب هن وقت بين الاقوامي مارڪيٽ ۾ ١٥٠ ڪرب رپين جي هيروئن جو واپار ٿئي ٿو. اهوئي سبب آهي جو منشيات خلاف عالمي سطح تي سرڪاري ۽ نيم سرڪاري ادارا سرگرم ٿي ويا آهن، پر تعجب اهو آهي ته نشي جي بيماري گهٽجڻ بدران ڏينهون ڏينهن وڌندي پئي وڃي.

ٽين دنيا جا ملڪ ته، "ڏيرو ڏيکو ڳجهن جو مهمان" جواڻي وانگر نشي جا مرڪز بنجي ويا آهن. رڳو پاڪستان جو مثال وٺو. هڪ نامياري غير سرڪاري سماجي اداري (NGO)ـ جي سروي رپورٽ موجب هت ١٩٨٠ع ۾ هيروئن جي موالين جو تعداد پنجن هزارن کان گهٽ هو، جڏهن ته هن وقت هيروئنين جو تعداد ٣١ لکن کان مٿي ٿي ويو آهي، جنهن جي تصديق پاڪستان اينٽي نارڪوٽڪس بورڊ طرفان پڻ ٿي چڪي آهي. ڏهن سالن اندر هيروئنين جي ان واڌ مان پليءَ پت اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته هيروئن اسان جي قومي نائي ۽ نوجوانن جي صلاحيتن ۽ حياتي کي ڪيتري تيزيءَ سان ڳڙڪائي رهي آهي. اسان جا قومي اڳواڻ هڪ ٻئي جا ترا ڪيڻ ۾ ايترا ته گم ٿي چڪا آهن، جو ڪين ڪرسيءَ کانسواءِ ڪجهه نظر ئي نه ٿو اچي. اها ٻي ڳالهه آهي ته ها، هتي به رسمي طور منشيات خلاف وڏا وڏا ڪاتا ڪوليا پيا وڃن ۽ ڏهاڙا، هفتا ۽ سال ملهايا پيا وڃن، پر ان تباهيءَ ڏانهن صحيح ڌيان نه ڏيڻ سبب اهي اپاءَ وقت گذرڻ سان گڏ ڪاغذي ۽ فضول پيا ثابت ٿين.

تازو قومي اسيمبليءَ ۾ منشيات جي سمگلرن لاءِ موت جي سزا وارو بل به پاس ڪيو ويو آهي. ان کان اڳ ۾ به منشيات جي سمگلنگ سخت سزا جوڳو ڏوهه هو. ملڪ ۾ نارڪوٽڪس ڪنٽرول ڊويزن، اينٽي نارڪوٽڪس فورس، جوائنٽ نارڪوٽڪس فورس، پاڪستان نارڪوٽڪس ڪنٽرول بورڊ ۽ منشيات

جي روڪٿام لاءِ ٻيون ڪيترين ئي ايجنسيون ۽ ادارا قائم ٿيل هئا. پر جيئن پهاڪو آهي ته "جو ڏيري گڏهه رکپال"!! سو انهن ادارن جا عملدار ته هن وقت تائين امير بڻجي چڪا آهن، پر منشيات جي سمگلنگ توڙي واهپي ۾ ڪابه گهٽتائي نه اچي سگهي.

سوال اهو ٿوپيدا ٿئي ته حڪومت جا ڪروڙين رپيا خرچ ڪرڻ جي باوجود منشيات جو خاتمو ڇو نه ٿو اچي؟ ملڪ ۾ سرڪاري ادارن کان علاوه ڏيهي توڙي پرڏيهي غير سرڪاري تنظيمون به منشيات خلاف ڪم ڪري رهيون آهن، تڏهن به منشيات "جيئن ٿڌ تيئن وڌ" وانگر ڇو وڌندي پيئي وڃي؟ انهن سوالن جا ٽيڪنيڪل جواب ڪٿي کڻا به هجن، پر مکيه مسئلو نيعت جي سچائيءَ جو آهي، جيڪا اسان وٽ اٽي ۾ لوڻ برابر آهي. اسان جون حڪومتون عالمي برادريءَ سان سن- مڪ ٿيڻ لاءِ پلي ڪٿي ڪيترائي ادارا جوڙين ۽ ڪيترين ئي سالن کي ١٩٩٣ع وانگر منشيات جي خاتمي جو سال ڪري ملهائين پر حقيقت ۾ منشيات جي خاتمي لاءِ سنجيده نه ٿيون لڳن. نه ته منشيات جا سمگلر ملڪ جي طاقتور ايجنسين کان وڌيڪ سگهارا نه آهن. جو انهن تي قابو پائي نه سگهجي.

سنڌ ۾ ڌاڙيلن ۽ دهشتگردن جي خاتمي لاءِ ته فوجي آپريشن جي ضرورت پيش اچي سگهي ٿي ۽ اها ڊگهي عرصي تائين جاري رهي سگهي ٿي، پر پاڪستان جي تاريخ ۾ اهڙو ڪو مثال ڪونهي جو قبائلي علائقن ۾ ڏوڏيءَ جي پوک جي خاتمي ۽ هيروئن ناهڻ وارن مرڪزن کي مسمار ڪرڻ لاءِ ڪو وڏي پئماني تي فوجي ايڪشن ٿيو هجي ۽ اهو ايڏي ڊگهي عرصي تائين جاري رهيو هجي جيترو سنڌ آپريشن.

حقيقت اها آهي ته اسان جون حڪومتون موت جي سوداگرن منشيات جي سمگلرن آڏيان بيوس بڻيل آهن، جنهن جو اعتراف اڳوڻي حڪومت جي نارڪوٽيڪس واري وفاقي وزير راڻا چندر سنگهه هڪ پري محفل ۾ ڪيو هو.

پڙهندڙن جي دلچسپيءَ لاءِ هت راڻا چندر سنگهه جا اهي جملا دهرايان ٿو، جيڪي هن پرل ڪانٽينينٽل هوٽل ۾مشهور فنڪاره نازيا حسن طرفان "نشه نه ڪرو" مهم جي هڪ ميڙاڪي ۾ خاص مهمان طور ڳالهائيندي چيا هئا. اڳوڻي وفاقي وزير پهريائين انگريزي ۾ "سرڪاري حيثيت ۾" تقرير ڪندي يقين ڏياريو ته "جلد منشيات جو خاتمو آندو ويندو ۽ منشيات جي سمگلرن کي نه ڇڏبو." انگريزي تقرير جي خاتمي کان پوءِ جڻ هن جي اندر جو انسان جاڳي پيو هجي ۽ بي اختيار "اڌ سچ" چئي ڏنائين ته يار، هي منهنجي تقرير سرڪاري هئي. هاڻي مان اردو ۾ پنهنجي من جو آواز ڪيدي دل جو بار هلڪو ڪندس ۽ پوءِ هن

ڳنڀير لهجي ۾ چيو هو تہ "اسان جي حڪومت منشيات جي سملگرن ۽ ڏوڏيءَ جي پوکي ڪندڙ قبائلين آڏو بيوس بڻيل آهي. اسان وزيرن کي اختيار ۽ طاقت ئي ڪو نهي تہ مٿن هٿ الاري سگهون. منشيات جي خاتمي واريون سڀ ڳالهيون اجايون آهن. هزارين ميٽرڪ ٽن هيروئن سمنڊ ۾ اڇلائڻ لاءِ نہ ٿي ٿهي. اها ماڻهن کي ئي استعمال ڪرڻي آهي. نازيہ حسن جي هٽي فائيو اسٽار هوٽل جي ايئرڪنڊيشنڊ هال واري تقريب منشيات جو خاتمو نہ ٿي آڻي سگهي! راڻي صاحب وري بہ پاڻ تي ضبط ڪندي "اڌ سچ" تي ئي اڪتفا ڪيو ۽ انهن "خفيہ هٿن" ۽ "ڳجهي طاقت" جي ظاهر ظهور نشاندهي نہ ڪري پنهنجي ڪل بچايائين.

ڳالهہ پڌري پٽ پيئي آهي تہ منشيات مافيا اسان جي قسمتن جي مالڪ بڻجي چڪي آهي. ماضي قريب ۾ اسيمبلي ميمبرن ڪان وٺي اخبار ڏٺين تائين ڪيترين ئي شخصيتن جا چهرا بي نقاب ٿي چڪا آهن، جيڪي ان موتمار واپار ۾ سڌيءَ طرح ملوث رهيا آهن.

اڳوڻي حڪومت ۾ سال ١٩٩٣ع کي "منشيات خلاف جهاد جو سال" قرار ڏنو ويو هو، پر ان جهاد ۾ هڪ بہ سپاهيءَ جي جان ڪتب نہ اچي سگهي ۽ هڪ بہ"ڪافر" نہ مئو! نشي جو خاتمو تہ پري جي ڳالهہ پر نشي سٽيل ماڻهن جي علاج لاءِ هڪ بہ سرڪاري اسپتال نہ کولي ويئي ۽ سول اسپتال ڪراچي ۾ پنج بسترا مخوص ڪرڻ کان سواءِ ڪنهن سرڪاري اسپتال ۾ هيروئن جي مريضن لاءِ بسترا مخصوص نہ ڪيا ويا!

موجوده حڪومت بہ هيروئنين جو بار پاڻ تي وسائڻ بدران ان جو ٺيڪو عبدالستار ايڌيءَ کي ڏيئي ڇڏيو آهي. ايڌي صاحب ڪراچي شهر جي فٽ پاٿن وارا ڪجهہ هيروئني تہ ڪٺي وڃي پاڻوت سوگها ڪيا آهن، پر سڄي ملڪ جي شهرن ۽ ننڍن ننڍن ڳوٺن ۾ موجود هزارين هيروئنين جو ڇاٿيندو؟ ان لاءِ هر ضلعي هيڊڪوارٽر ۾ هيروئنين ۽ آفيم چرس وغيره جي موالين جي علاج لاءِ هڪ سرڪاري صحت مرڪز قائم ڪيو وڃي. هر تعلقي هيڊ ڪوارٽر ۾ روورل هيلٿ سينٽر ۾ منشيات جي مريضن لاءِ بسترن ۽ دوائن جو بندوبست ڪيو وڃي. تڏهن وڃي ڪنهن حد تائين ان موتمار بيماريءَ تي ڪنٽرول ٿي سگهي ٿو. ان ڏس ۾ اسان جي NGOs کي بہ فعال ڪردار ادا ڪرڻ جي ضرورت آهي. خاص طور منشيات جي خاتمي لاءِ ڪم ڪندڙ غيرسرڪاري عالمي اداري "انٽرنيشنل فيڊريشن آف اين جي اوز اگينسٽ ڊرگ اينڊ سبسٽينس ابيوز (IFNGO) ۽ فيڊريشن آف اينٽي- نارڪوٽيڪ آگنائيزيشنس (FANOs) سان لاڳاپيل تنظيمن تي وڏيڪ جوابداري عائد ٿئي ٿي تہ اهي هن تباهہ ڪن بيماريءَ جي خاتمي، ان

جي نقصانن کان آگاهي ۽ حڪومت کي سجاڳ ڪرڻ لاءِ ڀرپور ڪردار ادا ڪن.

هيروئن اسان جي نئين نسل کي اڌوهيءَ وانگر ناس ڪندي پئي وڃي. هن بيماريءَ جو شڪار اسان جو ١٥ کان وٺي ٣٠ سالن تائين جو نوجوان ٽئلينٽ آهي. ان بيماريءَ جو دائرو هاڻي مردن کان وڌي عورتن تائين پکڙبو پيو وڃي. پوئتي پيل علائقن جي عورتن ۾ ته اها وبا گهڻو اڳ پکڙجي چڪي هئي، پر ڪجهه رپورٽون مليون آهن ته هاڻي سڌريل علائقن جي ڇوڪرين ۾ به هيروئن جو واهپو فيشن جي صورت اختيار ڪندو پيو وڃي. جنهن قوم جون مائرون به هيروئن ۾ جڪڙيون وڃن ته ان قوم لاءِ ان کان وڌيڪ ڪهڙي تباهي ٿي سگهي ٿي...!

منشيات جو واهپو اهڙي برائي آهي، جيڪا سوين براين کي جنم ڏيئي ٿي. چوري ۽ عصمت فروشي ته هن برائيءَ جا ابتدائي تحفا آهن. روزانو ڪروڙين رپيا هيروئن جي استعمال تي ضايع ٿين ٿا. پر افسوس اهو آهي ته حڪومت بل پاس ڪري اهو سمجهي ٿي ته ان سڀ اپاءَ وٺي ڇڏيا. حقيقت تي هن قومي سانجي کي اوترو ئي شدت سان محسوس ڪرڻ ۽ ان جي خلاف ڪات ڪهاڙا ڪڍڻ جي ضرورت آهي. جيترو اهو المناڪ آهي. موجوده حڪومت کي گهرجي ته منشيات جي خاتمي ۾ ناڪام ٿيل سمورا ادارا ٽوڙي ٻيهر منشيات جي خاتمي لاءِ هڪ قومي پروگرام جوڙڻ جو اعلان ڪري. ان ۾ قوم کي ائين شامل ڪيو وڃي جيئن "نيشنل پوليو پروگرام" ۾ شامل ڪيو ويو. ان جي مستقل خاتمي لاءِ اين جي اوز جو سهڪار حاصل ڪيو وڃي. ان جي ٽيليويزن ۽ ٻين نشرياتي ادارن تي "نيشنل ايڊز پروگرام" وانگر تشهير ڪئي وڃي. جيئن ماڻهو منشيات کان به "ايڊز" وانگر نفرت ڪن.

جيڪڏهن هيروئن جي وبا جي خاتمي لاءِ هن وقت جنگي بنيادن تي اپاءَ نه ٿا ورتا وڃن ته ٢١هين صدي اسان لاءِ ترقي جي پيغام بدران تباهيءَ جو پيغام آڻي سگهي ٿي.

# پوليس جون ڏاڍايون

سنڌ جي ٻهراڙين ۾ مسڪين ماڻهن سان پوليس جي ڏاڍاين ۽ بيواجبين جا داستان ڪي نوان ناهن. سراسري طور جيترو هن انڌ جي گهوڙي تي سوار طبقي جي ڪرتوتن تي لکيو ويو آهي يا لکيو پيووڃي، اهو شايد ئي ڪنهن ٻئي عنوان کان گهٽ هجي.

آپريشن ڪلين اپ جي خاتمي کان پوءِ ته پوليس مورڳو ڌاڙيلن وانگر اُبوجهه ڳوٺاڻن تي چڙهايون شروع ڪري ڏنيون آهن. جنهن مان ائين پيو لڳي، ڄڻ سنڌ جا پوليس وارا به ڌاڙيلن وانگر آپريشن جي خاتمي جي تاڙ ۾ هئا. رڳو ڊسمبر ١٩٩٤ع ۾ سنڌ جي مختلف ڳوٺن ۾ هڪ ئي نوعيت جا ڪيترائي واقعا نظرن مان گذريا آهن، جن مان ڪجهه نموني طور هت دهرائجن ٿا.

● ٨ ڊسمبر تي ميهڙ ٿاڻي پوليس جي اهلڪارن، گاجي کاوڙ لڳ ڳوٺ خان محمد کاوڙ ۾ اڌ رات جو پرائمري اسڪول جي هيڊ ماسٽر همت علي کاوڙ جي گهر تي چڙهائي ڪري، ڦرلٽ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. ڳوٺاڻن پوليس کي ڌاڙيل سمجهي مزاحمت ڪئي. ٻنهي طرفن کان فائرنگ ٿيڻ کانپوءِ ڳوٺاڻن ميهڙ جي هڪ اي ايس آءِ کي جهلي ورتو، جڏهن ته ٻيا فرار ٿي ويا. صبح جو ڳوٺاڻن سرڪاري ڪلاشنڪوف ۽ ريوالور سميت پڪڙيل صوبيدار کي ايس ڊي ايم وارهه جي حوالي ڪيو.

● ١٧ ڊسمبر تي سکر لڳ ڳوٺ جمعو خان ڪوسي تي رائونتي پوليس رات جو چڙهائي ڪري گهر مان ڦر ڪرڻ کان پوءِ ٨٠ ورهين جي پيرسن نهال خان، نوجوان اقبال احمد، الله بخش ڪوسي، محمد الدين ۽ ٻين کي پڪڙي وڃي ٿاڻي ۾ مٿن تشدد ڪيو.

● ١٩ ڊسمبر تي سوڀو ديرو جي پوليس نئون ديرو شهر ۾ دين محمد ناريجي جي گهر ۾ گهڙي روڪ ۽ سون ڦر ڪرڻ کان علاوه عورتن کي ٿاڻي تي وٺي وڃي مٿن تشدد ڪيو. بعد ۾ دين محمد ناريجي جي حاملا ڌيءُ زرينه ٿاڻي تي ئي بنا دائي جي ٻار کي جنم ڏنو.

● ٢٠ ڊسمبر تي سکر اي سيڪشن ٿاڻي جي پوليس اهلڪارن پنو عاقل لڳ ڳوٺ شيرو بلو تي چڙهائي ڪئي. ڳوٺاڻن پوليس کي ڌاڙيل سمجهي مقابلو ڪيو. ٻنهي ڌرين وچ ۾ فائرنگ ٿيڻ سبب هڪ ڳوٺاڻو ۽ ٻه سپاهي ڦٽجي پيا. بعد ۾ پوليس وارن ڳوٺاڻن کي گرفتار ڪري ٿاڻي تي مٿن تشدد ڪيو.

جيڪڏهن فقط ڊسمبر مهيني ۾ پوليس جي ارهه زوراين جو ڳاڻيٽو ڪجي ته شايد هي سڄو صفحو پرجي وڃي. مٿين چند واقعن ۾ جيڪا هڪجهڙائي يا ويجهڙائپ آهي، اها آهي پوليس طرفان ناگاهه وقت اوچتو ڳوٺاڻن تي هلان ڪرڻ. ٿي سگهي ٿو ته پوليس وٽ به مٿن ڪو ڪيس داخل هجي يا انهن کي ڪنهن ڏوهاري جي ڳولا هجي پر ڌاڙيلن جا ستايل ڳوٺاڻا جيڪي پنهنجي بچاءَ لاءِ گهرن جي ڇتين تي مورچن ۾ ڌاڙيلن جي خوف کان جاڳي ٿا راتيون گذارين، انهن کي ڪهڙي خبر ته هلان ڪندڙ پوليس وارا آهن يا پوليس وردين ۾ ڌاڙيل آهن؟ اهڙا ڪيترائي مثال موجود آهن، جو ڌاڙيل پوليس وردين ۾ ڳوٺاڻن تي قبضو جمائي ڪين ڦريو، لٽيون ۽ اغوا ڪيو هجي. پوءِ رات جو ڪيئن ڳوٺاڻا پوليس وارن تي ويساهه ڪري پاڻ کي انهن جي رحم ڪرم تي ڇڏي ڏين. ٻي ڳالهه ته پوليس کي اهو ڪهڙي قانون تحت حق ٿو پهچي ته ڪن جوابدارن جي نه ملڻ جي صورت ۾ انهن جا ننگ به ٿاڻي تي وٺي انهن کي بيعزتو ڪن؟ جيڪڏهن ڪو مرد قانون جي پڪڙي ٿو ڪري ته ان ۾ ويچاري عورت جو ڪهڙو قصور آهي، جيڪا پنهنجي گهر جي چؤديواري ۾ بند جيون جو جيل پئي ڪاٽي!

نئون ديرو شهر جي رهواسي دين محمد ناريجي تي ته ڪٿي ڪهڙا به الزام مڙهيا وڃن پر ان جي نياڻي زرينه جو ڪهڙو ڏوهه، جو هن کي ٿاڻي تي آندو ويو، جتي هو ٻار کي جنم ڏيڻ تي مجبور ٿي. پٽائي سائين جي بيت جي سٽ "گهگهر گهٽو ٿياس جاڀي ماروئڙن تي" وانگر اسان جي سماج ۾ عورت تي پيا ڪي گهٽ ظلم ٿا ٿين، جو رهيل ڪسر وري قانون جا رکوالا پيا پوري ڪن. عورت وزيراعظم جي شهر ۾ هڪ بيگناهه عورت سان اهڙو ظلم ٿيڻ سماج جي ضمير جنجهوڙڻ لاءِ ڪنهن به صورت ۾ گهٽ ڪونهي. سويو ديرو جي پوليس اهلڪارن عورتن کي ٿاڻي تي آڻي بيعزتو ڪرڻ جو ڪو نئون رڪارڊ قائم نه ڪيو آهي. سنڌ جي مسڪين ماڻهن سان اهڙا ڪلور سالن کان ٿيندا پيا اچن. پر سوال ٿو پيدا ٿئي ته اهي ڪلور ڪڏهن ختم ٿيندا؟ غير جمهوري حڪومت ۾ پوليس وارا ظلم ڪن ته انهن حڪومتن کي پوليس اسٽيٽ سڏجي، جيڪڏهن

جمهوري حڪومت قائم ٿيڻ کان پوءِ به سنڌي نياڻيون ڪاٽي تي ويم ڪن ته پوءِ ماڻهو ڇا سوچين؟

هن وقت سنڌ اسيمبلي جو اجلاس هلي رهيو آهي، جنهن ۾ امن امان جي صورتحال تي بحث ٿي رهيو آهي پر هڪ به سرڪاري توڙي مخالف ڌر جي ميمبر پوليس جي ڏاڍاين خلاف ڪا رٽ پيش نه ڪئي آهي. جڏهن ته ٽڪ جو چونڊيل نمائندو، پنهنجي پنهنجي ٽڪ ۾ پوليس جي ڏاڍاين کان چڱي ريت آگاهه آهي. تازو آپريشن ڪلين اپ جي ختم ٿيڻ کان پوءِ سنڌ حڪومت عوام کي آٿت ڏني هئي ته فوج جي جاءِ هاڻي جديد هٿيارن سان ليس تربيت ورتل پوليس فورس ۽ رينجرس والاريندي. ماڻهن کي خاطري ڏني ويئي هئي ته اهي سڪ سان ننڊون ڪن، پوليس سندن حفاظت ڪندي. پر سنڌ حڪومت رڳو هلندڙ مهيني اندر پوليس طرفان عوام سان ٿيل ارهه زوراين جو شمار ڪري ڏسي ته آيا ماڻهو ڌاڙيلن هٿان وڌيڪ ڦريا آهن يا پوليس هٿان وڌيڪ لٽيا آهن؟ آخرڪار هن ڏيهه جا ماڻهو ڪهڙي ڏوهه جي سزا پيا لوڙين. هت چادر ۽ چوديواري جو تقدس ڪيستائين پائمال ٿيندو رهندو. ابوجهه ڳوٺاڻن جي پگهر ۽ پورهئي جي ڪمائي ڪيستائين ڦربي رهندي. جڏهن چونڊيل نمائندا به اسيمبلي ۾ عوام جي تحفظ لاءِ آواز اٿارڻ ۽ ڪو موثر قانون جوڙڻ بجاءِ ٺلهيون ڳالهيون ڪن ته پوءِ عوام تحفظ لاءِ ڪنهن جي در تي سڏ هڻي.

مان هن ڪالم وسيلي وري به سنڌ جي چونڊيل عوامي نمائندن کي اپيل ڪندس ته اهي مسڪين ماڻهن کي سندن ئي پگهاردارن جي ڏاڍاين کان بچائڻ لاءِ اثرائتا قانون جوڙين ۽ آءِ جي سنڌ جواب طلبي ڪن. ڇو ته پوليس جي ستائڻ سان ماڻهن ۾ حڪومت خلاف نفرت پيدا ٿيڻ اٽر آهي. عام ماڻهو ان جو ذميوار سڌو سنئون حڪومت کي سمجهي ٿو. ان ڏس ۾ اسان جي مقامي سماجي تنظيمن کي به پنهنجو ڪردار ادا ڪرڻ گهرجي. هوءَ ستايل ماڻهن جي قانوني مدد ڪرڻ لاءِ ڪو لائحه عمل جوڙين ان کان علاوه ڳوٺاڻن ۾ همت ۽ ٻڌي وارو جذبو پيدا ڪن. جيڪڏهن ڪو پوليس وارو ڏاڍائي ڪري ته گڏجي پريس ۽ انساني حقن وارين تنظيمن تائين آواز پهچائين. ڳوٺائي سطح تي اهڙن پوليس وارن ۽ پوليس جي چمچن سماجي وهنوار بند ڪن. نمائندي جي چونڊ وقت پوليس جي ظلم کان تحفظ جي خاطري وٺن ۽ چونڊجڻ کان پوءِ هن کان پين ترقياتي سهوليتن برابر پوليس جي آزار کان تحفظ جي گهر ڪن.

# مرڻ ورت

اڄ ڊاڪٽر قادر مگسي جي مرڻ ورت کي ٻارهون سج اپريو آهي. هر نئون سج قومپرست ڌرين جي اڻ تڻ ۽ اوسيئڙي ۾ اضافو پيو ڪري. هر ننڍي توڙي وڏي جي وات تي اهائي وائي آهي ته ڇا ڊاڪٽر جا مطالبا پورا ٿيندا؟ هڪ پاسي سنڌي ٻارڙن ۽ نارين ڪان وٺي پوڙهن ۽ جوانن جا سندس حق ۾ جلوس پيا نڪرن، ته ٻئي پاسي مختلف سياستدانن طرفان ڊاڪٽر کي بک هڙتال ختم ڪرڻ جون اپيلون پيون ٿين. اجان تائين هو پنهنجي مؤقف تي قائم ۽ ارادي تي اڏول آهي. قومپرست اڳواڻ جا مطالبا آهن ته :

- سنڌ ۾ ٻاٺيءَ ڄجي ڪوٽ ختم ڪريو.
- سنڌين کي روزگار ڏيو.
- سنڌ ۾ منشيات جي اڏن کي ختم ڪريو ۽
- سياسي قيدين کي سنڌن حق ڏيو.

ڊاڪٽر سان ڪنهن به ڌر يا فرد کي نظرياتي، سياسي اختلاف ته ٿي سگهن ٿا پر اڃا تائين انهن مطالبن جي سلسلي ۾ ڪو اختلاف ٻڌڻ ۾ نه آيو آهي. ايتريقدر، جو سرڪار سڳوريءَ جي عيوضي، تعليم جي صوبائي وزير عبدالسلام ٿهيم به مطالبن جي سچائيءَ جو اقرار ڪند چيو آهي ته، "ڊاڪٽر قادر مگسيءَ جا مطالبا واقعي سنڌ جا مطالبا آهن" هن وڌيڪ چيو آهي ته "سنڌ حڪومت مطالبا مڃڻ لاءِ تيار آهي پر ڊاڪٽر لکت ۾ ضمانت ٿو گهري ۽ اسين ڪيس ضمانت ۾ سنڌ جو سمورو عوام ڏيون ٿا!"

ڊاڪٽر قادر مگسي سنڌ جي ذميوار قومي سياستدان جي حيثيت ۾ ڀلي ڪٿي ٿهيم صاحب جي لفظي ضمانت تي اعتبار ڪري، بک هڙتال ختم ڪري، پر گهٽ ۾ گهٽ سڄي سنڌ جا ماڻهو ٿهيم صاحب جي ضمانت واري "حجت" جي "توثيق" ڪرڻ لاءِ تيار نه هوندا.

خبر ناهي ته ٿهيم صاحب انهن مسئلن جي حل جو ڪهڙن بنيادن تي، ٿو يقين ڏياري جڏهن ته ڇهه مهينا اڳ چوندن ۾ هو پاڻ ساڳيائي واعدا ڪري آيا هئا ۽ سندن فرض هو ته هن وقت تائين بنا ڪنهن مطالبي، بک هڙتال يا احتجاجي مظاهري جي مسئلا حل ڪري ڇڏين ها. پلا عوام سان ڪيل اهي واعدا اقرار "ٻاٺيءَ تي ليڪو"۽ ڊاڪٽر صاحب سان ڪيل واعدا "پٿر تي ليڪو" آهن ڇا؟ ٿهيم صاحب ڪي عوام، سياستدانن، اديبن ۽ صحافين سان هوائي واعدا اقرار ته

ڪري سگهي ٿو پر ڪيس قوم کي ته "ضمانت ۾ گروي" نه رکڻ گهرجي!
اڳي ئي قوم جي نالي ۾ قوم جا مفاد، قوم جو پاڻي، قوم جوناٺو ۽ قومي پولي، گهڻ "گروي" ٿيل آهن جو قوم جي ويساهه کي وڏيڪ آزمايو ٿو وڃي. وزير صاحبو! اجايو نه پاڻ تاڻ ڪڪ لاهيو ۽ نه قوم کي آزمايو!!
اها ڳالهه ڪنهن کان لڪل آهي ته مرڪزي حڪومت، پنجاب تي حڪمراني ڪندڙ مسلم ليگ (ج) جي (اتحاد جي) مهربانين سان قائم آهي ۽ پاڻي وارو نئون معاهدو ڪرڻ ته پري رهيو، پر مرڪزي سرڪار جي هڪيءَ ۾ ساهه اٽڪيل آهي ته شل خير جي گذري!....
اها ڳالهه ڪنهن کان لڪل آهي ته موت جي سوداگرن منشيات جي واپارين جا هٿ ڪمزور ناهن ۽ اهي سرڪاري مشينريءَ کان وٺي اسيمبلين تائين پهچي چڪا آهن!؟ اها ڳالهه ڪنهن کان لڪل آهي ته سنڌ ۾ فوجي آپريشن تي ايندڙ خرچ، معاشي طور، سنڌ حڪومت جي چيلهه چٻي ڪري وڌي آهي ۽ اها نيون نوڪريون ته پري رهيون، موجوده سرڪاري نوڪرن کي به پگهارون ڏيڻ ۾ جهلي پئي آهي! باقي رهيا سياسي قيدي، سو جيڪڏهن انهن کي سنڌن حق ملي ويا ۽ اهي آزاد ٿيا ته پنجاب کي راضي ڪيئن رکي سگهبو؟
اڪثر ڊاڪٽرن جو چوڻ آهي ته چاليهه ڏينهن بک ڪاٽڻ کان پوءِ ماڻهوءَ جي زندگيءَ کي خطرو هوندو آهي ۽ ڪنهن به وقت مٿس موت جا دورا پئجي سگهن ٿا ۽ هو مري سگهي ٿو. تنهن ڪري ڊاڪٽر مگسي جي بک هڙتال کي جيئن جيئن ڏهاڙا گذرندا پيا وڃن، سنڌ دوست ماڻهن جي پريشانيءَ ۾ اضافو ايندو ٿو وڃي.
هن وقت سنڌ مٿان جيڪي معاشي بدحاليءَ جا ڪارا ڪڪر ڇانيل آهن، سي ڪنهن به سنڌ جي سڄڻ لاءِ وڏي پريشانيءَ کان گهٽ ناهن. سنڌو سڪل آهي، فصل تباهه پيا ٿين، بک ۽ بيروزگاري وڌي وڻ ٿي چڪي آهي. سنڌ جا ننڍا ننڍا ڳوٺ به نشي جي لعنت ۾ جڪڙبا پيا وڃن. جيل ۾ سياسي قيدي بک هڙتالون پيا ڪن. ان حالت ۾ حڪومت تي فرض ٿو عائد ٿئي ته هو اهڙن مسئلن جي خاتمي لاءِ ٺوس قدم کڻي.
اهو سچ آهي ته قومي اڳواڻن جي مسلسل ويساهه گهاتين جي نتيجي ۾ ڊاڪٽر قادر مگسيءَ جو مرڻ ورت قوم جي من کي ايترو ناهي گرمائي سگهيو، جيترو گانڌي جو مرڻ ورت برصغير جي ماڻهن کي لوڏي ڇڏيندو هو تڏهن به ان ڳالهه کي به نظرانداز نه ٿو ڪري سگهجي ته ڊاڪٽر جو مرڻ ورت وڏي احتجاج کي جنم ڏيئي سگهي ٿو.

# جمهوريت خلاف نئين چال

جمهوريت پرست ترين جي بگهي ۾ اڙانگي جدوجهد ڪانپوءِ هت آيل جمهوريت خلاف آمريت جا پوڄاري ڪات ڪهاڙا ڪٽي نڪري پيا آهن. يارهن سال لاڳيتو عوام جي خون پيئڻ ڪان پوءِ به پيٽ نه ڀريا اٿن. بي اعتمادي واري رٽ پيش ڪرڻ توڙي مهاجر سنڌي فساد ڪرائڻ ۾ ناڪاميءَ ڪانپوءِ وري انتها پسند ملن کي مچرائي عوام تي ضياءَ دور وارو ناهيل شريعت بل مڙهڻ گهرن ٿا ۽ شريعت جي نالي ۾ عوام تي آمريت مڙهڻ جا خواب ڏسي رهيا آهن. پاڪستان هڪ اسلامي ملڪ آهي، جنهن ۾ اڪثريت مسلمانن جي آهي، ڇا انهن سيني مسلمانن جي مرضيءَ جا مالڪ اهي چند ملا آهن، جيڪي پنهنجي مرضيءَ واري شريعت مسلمانن تي مڙهڻ چاهين ٿا.

اسلام ۾ ته مسلمانن جي راءِ جي احترام ڪانسواءِ بدلجندڙ ماحول ۾ وقت جي تقاضا مطابق اجتهاد جي گنجائش موجود آهي، جنهن جي شروعات ٻيو نمبر خليفو حضرت عمر رضه ڪري چڪو آهي. نبي اڪرم صلعم جن جي زماني ۾ جيل نه هئا جڏهن ته هاڻي سيني اسلامي ملڪن ۾ جيل موجود آهن. ڇا نبي اڪرم صلعم جن جي زماني ۾ ووٽ نه ٿيندا هئا پر اهي هاڻي سمورن جمهوري اسلامي ملڪن ۾ ٿين پيا، انهن تي ملن ڪڏهن جيڪڏهن نه ته ملن پهريائين ووٽن تي اعتراض نه ڪيو آهي. هن وقت پاڪستان جي مسلمانن تي شريعت نافذ ڪرڻ جو شوق اٿن ته اسان جون اکيون ٺڏيون، پر مولوي صاحبان پهريائين اهو ته ٻڌائين ته ڪهڙي فقه واري شريعت نافذ ڪندا. هونئن ته ٻڌون پيا ته فرقن جو تعداد ٧٢ ڪان وڌي چڪو آهي، ٻن وڏن فرقن هڪ فقه حنفيه ٻيو فقه جعفريه جو ذڪر ڪجي تڏهن به سندن رخ الڳ الڳ آهي. ٻنهي فرقن جي پوئلڳن جي دعوا آهي ته پاڪستان ۾ سندن تعداد وڌيڪ آهي. فقه جعفريه وارن جو چوڻ آهي ته حنبلي، مالڪي، شافعي فقه وارن کي الڳ ڪريو ته حنفي فقه وارا باقي سندن اڌ برابر وڃي رهندا. جڏهن ته فقه حنفيه وارن جي دعوا آهي ته هو گهڻائي ۾ آهن، تنهن ڪري فقه حنفيه نافذ ڪيو وڃي. ان تڪرار تي ڪيترائي پيرا ملڪ ۾ فساد

ٿي چڪا آهن. ائين ڪٿي چئجي ته فساد ڪرائڻ لاءِ ملن جو اهو آزمايل نسخو آهي.

فقه جعفريه وارن ته ملڪ ۾ لاڳو زڪوات ۽ عشر واري نظام ڪي ضيا دور ۾ ئي تسليم نه ڪيو هو ۽ سخت احتجاج ڪندي، اسلام آباد ۾ صدر جي سيڪريٽريٽ کي گهيري ۾ آڻي، ان ڪان به پاڻ کي آجو ڪرائي ويا هئا ته هاڻي ملڪ ۾ پوري حنفي شريعت ڪيئن ٿا برداشت ڪري سگهن. ٻئي پاسي چور جي سزا ڪان وٺي زاني جي سزا تائين، ٻنهي فرقن جي علمائن جون الڳ الڳ فتوائون آهن. تازو نفاذ فقه جعفريه جي مرڪزي اڳواڻن ايتري قدر بيان ڏئي ڇڏيا آهن ته جيڪڏهن شريعت بل نافذ ڪيو ويو ته ملڪ ۾ فساد ٿيندا. اهڙي صورتحال ۾ شريعت بل جو شوشو ڇڏڻ جمهوريت خلاف پڌري بغاوت جو اعلان آهي.

اسان کي اميد آهي ته عوام جاچونديل نمائندا قومي اسيمبلي ۾ ئي ان متضاد بل کي پاس نه ڪندا. تڏهن به جمهوريت دشمنن جا ارادا خطرناڪ پيا ڏيکارجن. هڪ پاسي محترمه بينظير ڀٽو خلاف فتوائون ڏيئي رهيا آهن ته ٻئي پاسي هن خلاف ڪورٽن ۾ ڪيس، داخل ڪري رهيا آهن. رجعت پرست ٽولي جي هڪ اردو رسالي پنهنجي ادارتي نوٽ جو عنوان لکيو آهي. ”وزيراعظم کا اللہ تعالیٰ کي خلاف اعلان جنگ“. انهن ڳالهين مان اوهان پاڻ سندن نيت جو اندازو لڳايو ته اهي ڪيتري پاڻي ۾ آهن. هن وقت سمورين جمهويت پسند ۽ ترقي پسند قوتن کي گڏجي آمرن جي ٽولي خلاف پاڻ کي تيار رکڻو گهرجي. جيئن آمريت پرستن جي جمهوريت خلاف هي ٽين چال به ناڪام ٿي سگهي.

# جمهويت جو قتل

٦- آگسٽ ٩٠ع تي هڪ ڀيرو وري جمهوريت جو قتل ٿي ويو ۽ پاڪستان جي چئني صوبن جي جمهوريت پرست عوام جي چهرن تي هڪ ڀيرو ٻيهر مايوسي جي لهر ڇانئجي ويئي آهي. ڏسو ته سهي، ڪيڏي ڏگهي جدوجهد ۽ تڪليفن سان قائم ٿيل جمهوري حڪومت کي ڪيترو سولائي سان ٿورڙي عرصي اندر چڪنا چور ڪيو ويو. ڇا پاڪستان جي جمهوريت پرست عوام جي راءِ جي صرف ايتري اهميت آهي. جيڪڏهن عوام جي راءِ جي ڪا به اهميت نه آهي، ۽ ان جي فيصلي کي ڪن پل ۾ چڪنا چور ڪرڻ وارن کان ڪو به پڇاڻو ڪرڻ وارو ڪونهي ته پوءِ چونڊون ڇا لاءِ ٿيون ڪيون وڃن. ڇا ٻيهر عوام جي چونڊيل نمائندن کي پنجن سالن تائين قوم ۽ ملڪ جي خدمت ڪرڻ جو موقعو ڏنو ويندو؟ انهن سوالن جا اطمينان بخش جواب ڪنهن وٽ به موجود نه آهن.

هن ملڪ جي تاريخ ۾ عوام تي اڪثر فوجي راڄ رهيو آهي. جن ملڪن پاڪستان ڪانپوءِ آزادي ورتي آهي اهي هينئر ترقي يافته ملڪن ۾ شمار ٿين ٿا. جنهن جو مثال پاڙيسري ملڪ چين آهي ٻئي پاسي اسان جو ملڪ آهي، جنهن ۾ قدرتي وسائل، افرادي قوت سڀ ڪجهه ته موجود آهي، پر ڏينهون ڏينهن قوم وڃي پئي قرضي ٿيندي. چيو وڃي ٿو ته پاڪستان جو هر جمندڙ ٻار ١٢٠٠٠ رپين جو قرضي آهي. هن ڏگهي عرصي ڪانپوءِ پهريون ڀيرو هو جو هلندڙ مالي سال دوران اڳوڻي وزيراعظم بينظير ڀٽو صاحبه ملڪ جو ٢٠ ارب ڪان مٿي قرض ۽ وياج ادا ڪيو. نه صرف ايترو پر هن مختصر عرصي اندر ملڪ جي بين الاقوامي سطح تي ساک بحال ڪئي ۽ آمريت واري دور کان مليل بدامني، بيروزگاري ۽ ٻين انيڪ مسئلن کي ڪافي حد تائين سلجهايو. پر آميريتي راڄن ۾ لاڳيتو مفت خوري جا هيراڪ ۽ چور دروازي جا هيراڪ ڪڏهن ٿا سولائي سان عوام کي سک جو ساهه کڻڻ ڏين. ان لاءِ ڏگهي جدوجهد ۽ عوامي انقلاب جي ضرورت آهي. انهن خلاف جدوجهد جي ضرورت آهي، جيڪي ريموٽ ڪنٽرول تي عوام مٿان حڪمرانيون

پيا ٿاٿين.

تازو محترمه بينظير ڀٽو صاحبه پريس ڪانفرنس ۾ جمهوري حڪومت کي هٽائڻ پنيان جيڪي اصلي هٿ هئا تن کي پڌرو ڪري ڇڏيو. ملٽري انٽيليجنس ۽ فوج جي اهڙي خواري تي اقتدار تي ويٺل صاحبان تعجب جو اظهار پيا ڪن، ته پاڪستان جي پاڪ طبقي تي الزام لڳايو ويو آهي. حقيقت ۾ اهي اهڙن ادارن جي سربراهن کي صلاح ڏين ته، "اوهان واقعي پاڪ ٿيو ۽ نيتون پاڪ ڪريو. عوام توهان کي پاڻ ئي پاڪ سمجهندو. اوهان کي بينظير ڀٽو صاحبه خوار نه ڪيو آهي پر اوهان عوام ۾ ڪڏهن کان ساک وڃائي چڪا آهيو.

تعجب جي ڳالهه آهي جو ڇهين آگسٽ جي رات صدر اسحاق جيڪا تقرير ڪئي ان ۾ پيپلز پارٽي حڪومت مٿان اهڙا ته گندا الزام مڙهي رهيو هو جو محسوس پئي ٿيو ته سندس عوامي حڪومت وارا ڀه سال ڀه ڏاڍا ڏکيا گذريا هجن. پاڻ ضياءَ شاهي ۾ برابر جو شريڪ رهيو ۽ ان دور ۾ ڪيس ڪابه اوڻائي نظر نه آئي. آخرڪار قوم سان اهڙي مذاق جو سلسلو ڪيستائين جاري رهندو؟ پيپلز پارٽي حڪومت جي بردباري ۽ قوت برداشت ته ڪين نظر ئي نه ٿي اچي جو ضياءالحق جي پٽ تي ٻه ڪڏهن ڪو ڪيس داخل نه ٿيو. ضياءَ شاهي جي ڪنهن وزير تي ڪو ڪيس داخل ٿيو نه سندن محاسبي جي ڳالهه ٿي ۽ هينئر پيپلز پارٽي جي حڪومت کي هٽائڻ سان ئي ساڳيا ضياءَ شاهي وارا حساب ڪتاب شروع ٿي ويا آهن. وري پيپلز پارٽي اڳواڻن توڙي جمهوريت جي سفيرن خلاف ونٺ پڪڙ شروع ٿي وئي آهي.

ساٿيو! وري جمهوريت تي ڏکيا ڏينهن اچي ويا آهن. وري جمهوريت جي بقاءَ لاءِ جنگ جوٽڻي آهي. ڪرسي جي پياسن مفاد پرستن تي پاڙڻ بجاءِ مظلوم طبقي جي سيني ماڻهن کي اها جنگ ڏاڍي حوصلي، همت، جرئت ۽ ڏاهپ سان وڙهڻي آهي. انشاءَالله سوڀ سچ جي ٿيندي.

# بدعنواني جي بدترين صورت

توهان ان ڳالھ تي تعجب بلڪل نہ ڪاتو هوندو تہ جيڪو ماڻھو هڪ ڏينھن مجرم ۽ بدعنوان سمجھيو ٿي ويو اهو ٻئي ڏينھن تي ڪرسي جي تبديلي سان پاڪ صاف بڻجي پاڪن جي ٽولي ۾ ٿي ويو. تعجب ان ڪري نہ ڪاتو هوندو جو صدر اسحاق جمھوري حڪومت کي هٽائڻ ڪانپوءِ پنھنجي پھرين صدارتي تقرير ۾ ساڳيو ضياءَ وارو چشمو پائي آيو هو ۽ ساڳئي سرتار ۾ قومي درد جا داستان ڪٿي وينو هو. هو پنھنجي اصل نيت پھرين تقرير ۾ ئي پڌري ڪري چڪو .هو تہ سندس سموري درد جي دوا پيپلز پارٽي جي ئي خاتمي ۾ آهي. صدر صاحب پ پ حڪومت تي ٻين الزامن مڙهڻ ڪانسواءِ اسيمبلي ميمبرن جي وفادارين بدلائڻ وارو الزام وڏي تڪ بندي سان هٽي رهيو هو، پر خبر نہ آهي تہ صدر جي دل ان تي رت جا ڳوڙها ڇو نہ ٿي روئي جڏهن قاضي عبدالمجيد عابد، جنھن تي ناجائز هٿيارن رکڻ جي الزام ۾ هڪ ڏينھن عدالت ۾ ڪيس داخل ٿيڻو هو تہ ٻئي ڏينھن نگران حڪومت ۾ شامل ٿي سمورن الزامن ڪان پاڪ بڻجي ويو.

اها کھڙي قوم سان مذاق آهي جو سکر ايئرپورٽ تي پاڪستان جي جھنڊي لاهڻ جي الزام ۾ ٻيا تہ جيلن ۾ بند آهن نشترپارڪ واري جلسي ۾ قومي گيت (ترانو) ڳائڻ کي پاڪستان سان غداري قرار ڏيئي محترم سائين جي ايم سيد جھڙي جھور پوڙهو بزرگ قومپرست اڳواڻ کي بہ نظربند ڪيو ويو آهي جڏهن تہ ساڳئي الزام ۾ مجرم جيئي سنڌ محاذ وومين ونگ جي اڳوڻي چيئرپرسن حميده کھڙو موجوده نگران حڪومت ۾ تعليم جي وزير بڻجي پاڪن جي ٽولي ۾ شامل ٿي وئي آهي. ڪالھ تائين شھيد پٽي صاحب جو وفادار ساٿي جام صادق جيڪو مختلف الزامن جي ڪري ضياءَ حڪومت ۾ جلاوطني وارا ڏينھن ڪاٽي رهيو هو، اهو اڄ جو وڏو محتسب بڻجي ضياءَ جي سائين سان گڏجي پاڪ بڻجي ويو آهي. هڪ طرف جمھوري حڪومت کي بدعنوانين ۽ ميمبرن جي وفادارين بدلائڻ جي الزام ۾ هٽايو ٿو وڃي تہ ٻئي طرف احتساب جي نالي ۾ بليڪ ميل ڪري، وزارتون آڇي زبردستي وفاداريون بدلايون پيون وڃن. آهي ڪو صدر صاحب ڪان

پڇڻ وارو تہ سندس نظر ۾ ڪالهہ جا بدعنوان ۽ جوابدار بڻيل اڄ جا نگران وزير ڇو بڻايا ويا آهن؟ هن حڪومت ۾ ڇا سمگلرن، ٻرگ مافيا توڙي ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ معصوم سنڌين جو قتل عام ڪندڙ دهشتگردن ڪان احتساب ٿي رهيو آهي؟ نيٺ صدر صاحب جي نظر ۾ پيپلز پارٽي وارن ڪانسواءِ ٻيو ڪو بہ احتساب واري دائري ۾ ڇو نہ ٿو اچي ۽ سموريون سزائون پ پ وارن لاءِ ڇو آهن. ان مان سنڌس بدعنواني جي بدترين صورت واڪي ٿي چڪي آهي. جيڪڏهن قوم جي هر سوال جي جواب ۾ ائين ويٽو پاور استعمال ڪيو ويو، جيڪڏهن هميشه قوم جي راءِ جي توهين ڪندي، ساڻس سپر پاور وارو رويو رکيو ويو تہ شايد قوم انهن لڳاتار جٺن مان جند ڇڏائڻ لاءِ ڪنهن ڌماڪہ خيز فيصلي تي پهچي ۽ ان ڌماڪي ۾ ملڪ جي جاگرافي نہ تبديل ٿي وڃي. ان ۾ ڪو بہ شڪ نہ آهي تہ عوام وڏي طاقت آهي دنيا ۾ جڏهن بہ عوام پنهنجي طاقت استعمال ڪرڻ وارو فيصلو ڪيو آهي. تہ وڏا وڏا آمر ۽ شهنشاهہ بہ ڌهي پٽ پيا آهن. پاڪستان جي ستايل ۽ مظلوم عوام جي صبر جو جام هاڻي لبريز ٿي چڪو آهي. جيڪڏهن هاڻي بہ عوام جي عدالت ۾ معافي گهري سندن راءِ جو دل سان احترام ڪيو وڃي تہ ملڪ لاءِ چڱن نتيجن نڪرڻ جي اميد موجود آهي.

ساٿيو، هينئر مسلسل ڏاڍاين ڪان جند ڇڏائڻ لاءِ ڀرپور احتجاج سان گڏ پاڻ وارن اڳين چونڊيل نمائندن جي حساب ڪتاب ۽ پرک جو پڻ وقت آهي. ظالم ترين خلاف هڪ آواز هڪ قوت بڻجڻ ڪان علاوه پنهنجن اڳين چونڊيل صاحبن ڪان حساب ڪتاب ڪرڻ گهرجي تہ انهن اسان سان ڪيترو انصاف ڪيو ۽ اسان جي ڏکن سورن ڪي ڪيترو پنهنجو ڏک سک سمجهيو. ڪافي اهڙا چهرا آهن، جن چونڊجڻ ڪانپوءِ عوام جي ڏکن سورن گهٽائڻ بجاءِ سندن سورن ۾ اضافو ڪيو، پنهنجي مور موٽائڻ واري چڪر ۾ مصروف رهيا ۽ عوام وٽ قابل احترام ماڻهن ڪي جيلن ۾ بند ڪرائڻ جون رٿون ڏيندا رهيا. اهڙن ڪن چهرن ڪي بيباڪ شخص محترمہ بينظير ڀٽو صاحبہ جي روبرو خوار بہ ڪيو آهي پر عوام ڪي اڃان بہ ان ڏس ۾ وڌيڪ بيباڪ ٿيڻو پوندو ۽ پارٽي جي اعليٰ قيادت ڪي ميڙائڻ گهرجي تہ عوام جي نمائندگي لاءِ هيٺين طبقي مان عوامي ماڻهن ڪي چونڊن ۾ بيهڻ لاءِ سيٽون ڏنيون وڃن جيڪي جيڪڏهن عوام سان غداري ڪن تہ عوام جا هٿ سندن گريبان تائين ترت پهچي سگهن.

# شاهه جي شاعريءَ ۾ ساهه کي ستَ

کنهن به تخليقڪار جي تخليق جي اورچائي ۽ مفڪر جي فڪر جي گهرائي جو صحيح ڪاٿو ان کي مجيل ڪسوٽين تي پرکڻ کان پوءِ ئي ڪري سگهجي ٿو.

سنڌ جي عظيم شاعر شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي شاعري ۽ فڪر جي بُلنديءَ جو اعتراف به محض جذباتي لڳاءُ ۽ عقيدت جي بنياد تي ڪيو وڃي ها ته اهو سلسلو شاهه صاحب جي زندگيءَ يا وڌ ۾ وڌ ڏهاڪو کن سال پوءِ تائين مس برقرار رهي سگهي ها، ڇو ته شاهه صاحب کان اڳ يا هن جي هم عصر سنڌي ٻولي جي شاعرن جو تعداد ڪو گهٽ ڪونهي پر انهن کي عوامي مقبوليت نه ملي سگهي. شاهه صاحب جي شاعري نه رڳو بين لاقوامي سطح تي شاعريءَ جي پرک لاءِ مقرر ٿيل ڪسوٽين تي پوري لهي ٿي، پر ان تي جيتري به گهڻي تحقيق ٿئي ٿي ته ان مان نيون واٽون نوان گس ۽ فڪري وهڪرا ڦٽي نڪرن ٿا. شاهه صاحب جي رسالي جي هڪ هڪ سر تي پي ايڇ ڊي ڪرڻ کانپوءِ به تحقيق جي کوٽ محسوس ٿئي ٿي بلڪه نوان فڪري عنوان ڦُٽي نڪرن ٿا.

شاهه صاحب جي شاعري جي وڏي خوبي اها آهي ته سندس بيت پڙهڻ سان واقعي جي ڇتي مفهوم سان گڏ ان جو عڪس به ذهن تي اڀريو اچي. ٻين لفظن ۾ هو ڪنهن به خبر کي ان جي وت ۽ وزن آهر شاعري جو روپ ڏيئي ان جو عڪس ڇتي. قاري ايئن ٿو محسوس ڪري ته اهو واقعو ڄڻ سندس اکين اڳيان ٿيندو هجي. اهو ئي سبب آهي جو شاهه صاحب جي ڪلام کي دل جي گهراين سان پڙهندڙ، ٻڌندڙ يا جهونگائيندڙ ماڻهوءَ جو محبوب يا مولا سان ڄڻ سڌو روحاني رابطو ٿيو وڃي ۽ هو وجد ۾ اچي پنهنجو وجود به وساريو ويهي. اهو

سڀ ڪجهه لفظن جي جادوگريءَ جو اثر نه پر شاعري ۾ مصوري جو ڪمال آهي، جيڪو شاهه صاحب جي سسئي جي ڏکن ڏولائن ۽ جبل جهاڳڻ جي ڳالهه ڪري يا سهڻي جو درياءَ ۾ گهڙڻ ۽ سندس ڪچي گهڙي پچڻ جي ڳالهه ڪري. هو مومل جي ڪاڪ جو عڪس چٽي يا راڻي جي رسامي جي ڳالهه ڪري. هو سمنڊ جي سفر جي ڳالهه ڪري يا وڻجارن جي وڇوڙي جي. پر هر خبر جو چٽو عڪس ايري ماڻهو جو من ميڻ ڪريو ۽ جيءَ جهوريو وجهي.

شاهه صاحب جي شاعريءَ جي ان ئي انفراديت سبب عالم فاضل، اديب ۽ شاعر کان وٺي عام اٽيڙهيل ماڻهوتائين ان مان نه رڳو رهبري ۽ رهنمائي حاصل ڪري ٿو پر پنهنجي سوچ ۽ سمجهه مطابق جدا جدا اتساهه وٺي ٿو. مون ڪيترن ئي ماڻهن کي شاهه صاحب جا بيت پڙهڻ وقت روئندي ٿڌا شوڪارا پريندي، واهه واهه يا بيشڪ بيشڪ ڪندي يا اهڙي خود فراموشيءَ واري ڪيفيت ۾ ڏٺو آهي، پر ٻن واقعن مون کي منجهائي وڌو آهي ۽ اهي واقعا محققن لاءِ دعوت فڪر ۽ تحقيق ڏين ٿا. اهو هي ته شاهه جي بيتن جهونگارڻ يا انهن جي گهرائيءَ ۾ غرق ٿيڻ کان پوءِ ساهه کي اهڙي سٽ يا چڪ ٿي اچي جو ماڻهوجو روح ئي پرواز ڪريو وڃي. ٻين لفظن ۾ شاهه جي شاعري ۾ اهڙو پاور آهي، جيڪو ڪڏهن ڪڏهن دل تي اهڙي شدت سان لڳي ٿو جو ماڻهو ان جي سٽ نه سهي وڃيو پنهنجي محبوب سان ملي.

پهريون واقعو برک اديب ڊاڪٽر الهداد ٻوهئي ناميارِي صحافي ۽ اديب سائين فقير محمد لاشاري (مرحوم) جي گهر هڪ ڪچهريءَ ۾ ٻڌايو هو. هن ٻڌايو ته "وارهه شهر پرسان ڳوٺ" ترڙي محبت ۾ هڪ فقير اڪثر شاهه صاحب جو هيٺيون بيت جهونگاريندو هو.

حبيبن هيڪار، منجهان مهر سڏ ڪيو،
سو مون سڀ ڄمار، اورڻ اهو ئي ٿيو."

هڪ ڏينهن هو سندس مرشد جي قبر تي مٿو رکي ساڳيو ئي شعر جهونگاري رهيو هو ته سندس روح جو پکيئڙو جسم جي پڃري مان اُڏامي آزاد ٿي ويو. ان شعر مان هو ڪهڙو اتساهه وٺندو هو. سا

فقير جي من کي خبر.

جنگشاهي ضلعي ٺٽي جي هڪ ٻڪرار شاهه صاحب جو هي بيت جهونگاريندي دم ڏنو:

هيڪليائي هيل، پوريندس پنهون ڏي،
آڏو ڏونگر لڪيون سوريون سڄڻ سيل.
ته ڪر ٻيلي آهن ٻيل، جي سور پريان جا ساڻ مون.

ان ۾ ڪو به شڪ نه آهي ته شاهه صاحب جي شاعريءَ ۾ اهڙيون برقي لهرون، فڪر جي گهرائي ۽ اهڙو اثر موجود آهي جيڪو ڪنور دل ماڻهو جو اندر اڌ ڪريو ڇڏي. پر ان ۾ مرڻ واري منزل تي رسائڻ وارو جيڪو ڪرنٽ آهي اهو ضرور تحقيق طلب آهي. ڇو ته شاهه صاحب جي شاعري ۾ اها هڪ اهڙي قوت ۽ انفراديت آهي، جيڪا دنيا جي ڪنهن به ٻولي جي ڪنهن به شاعر جي ڪلام ۾ موجود نه آهي. اسين اهڙي تحقيق دنيا جي ٻين قومن جي عالمن ۽ شاعرن اڳيان هڪ چئلينج طور پيش ڪري ڪين شاهه صاحب جي شاعري جي عظمت ۽ بُلندي طرف ڌيان ڇڪائي سگهون ٿا ۽ دنيا کي اهڙي عالمي ۽ آفاقي شاعر جي ڪلام کان وڌي رهنمائي حاصل ڪرڻ جي دعوت ڏئي سگهون ٿا. افسوس جو اسان شاهه صاحب جي رسالي کي رڳو پاڻ تائين محدود رکيون ويٺا آهيون ۽ سندس ڪلام کي دنيا جي ٻين قومن تائين صحيح معنيٰ ۽ مفهوم ۾ پهچائڻ کان قاصر رهيا آهيون. اڄ تائين شاهه سائين جي ڪلام کي پنهنجي پنهنجي گروهي، مذهبي، سياسي ۽ انفرادي مقصدن لاءِ ته استعمال ڪندا رهيا آهيون پر اسان جا ڏاها دانشور ۽ سماج سڌارڪ شاهه جي فڪر ۽ فلسفي کي ان ۾ موجود اثر ۽ مثبت فڪري تبديلي آڻڻ ۾ ناڪام رهيا آهن.

(سال ٩٢ع سگا طرفان ڪوٽايل شاهه لطيف سيمينار ۾ پڙهيل)

# تعليم جي پستيءَ جا ڪارڻ

تعليم جي پستي جا ذميوار اسان جا شاگرد، استاد ۽ والدين آهن يا اصل ۾ ان پٺيان ڪي ٻيا هٿ آهن؟ ان جا ڪارڻ جاچڻ لاءِ اسان وٽ روز روز وڏن هوٽلن ۾ وزيرن ۽ دانشورن جي صدارتن هيٺ ميڙاڪا ۽ ڪانفرنسون ٿيون ٿين ۽ تعليمي پستي تي سيئي ڏاها، مفڪر، دانشور ۽ وزير صاحبان ٺڏا شوڪارا ڀريو وڃي آرامي ٿين پر ڏٺو اهو ويو آهي تہ ان سڄي ڏوھ جو ڏوھي اسان جي شاگردن ۽ استادن کي قرار ڏنو ويو وڃي.

ڪراچي جي هڪ مقامي هوٽل ۾ اهڙي ئي موضوع تي هڪ سيمينار ۾ شرڪت جو موقعو مليو، جنهن ۾ بہ اڪثر تعليمي ماهرن جي ميارن جو وسڪارو شاگردن تي هو تہ، هو محنت نہ ٿا ڪن، تعليمي ادارن جو ماحول ٻيا بگاڙين ۽ غنده گردي ڪري تعليم جو ٻيڙو ٻيا ٻوڙين. ڪن جي راءِ هئي تہ استادن جون نظرون گهڙيال ۽ دل پگهار ۾ هوندي آهي. اهي درس وتدريس جي عمل ۾ سچا نہ آهن ۽ فرض نڀائڻ ۾ ڪوتاهي ٿا ڪن. ڪي وري تعليمي پستيءَ جو ذميوار استاد تنظيم ۽ ملڪ جي سياستدانن کي ٿا سمجهن. انهن جو خيال آهي تہ سياستدان شاگردن کي سڪٽڻ نعرن ۽ نظرين ۾ ڦاسائي رُلايو ٿا ڇڏين. پنهنجي مقصدن جي حصول لاءِ ڪين قرباني جو ٻڪر بڻائي سندن تعليم ۽ زندگيون ويران ڪريو ڇڏين. ان ڏس ۾ اُهي رايا ڪنهن حد تائين درست بہ آهن، پر هن مضمون ۾ پنهنجي مؤقف جي پنيرائي ۾ بہ چار ڳالهيون بيان ڪجن ٿيون. اسان جي تعليم جي پستيءَ جا اصل ۽ بنيادي سبب منهنجي خيال ۾ هيٺيان آهن.

١- تعليم جو موجوده سرشتو.

٢- نوڪر شاهي جي عوام دشمني.

٣- معاشي بدحالي.

٤- سماجي اثرات.

**(۱) تعليم جو موجوده سرشتو:** اسان جي ملڪ ۾ تعليم جا ٻه نظام رائج آهن، هڪ سرڪاري ۽ ٻيو خانگي! ٻنهي جا تعليمي نصاب ماهوار فيون ۽ استاد بلڪل هڪ ٻئي کان مختلف آهن، پر ايئن ڪٿي چئجي ته انهن وچ ۾ ناني ناڙي وارو رشتو به موجود نه آهي، سرڪاري تعليمي ادارا به وڏن شهرن ۾ وڏن ماڻهن يا فوجي آفيسرن جي اولاد لاءِ الڳ آهن. بلڪ اڪثر وڏن ماڻهن جو اولاد پڙهي ئي ملڪ کان ٻاهر ٿو. ان ڳالهه کي ڇڏي ڪري خانگي ادارن جو جائزو وٺجي ته انهن مان معياري اسڪولن ۾ پڙهندڙ في شاگرد جي ماهوار في ۵۰۰۰ کان ۲۰۰۰۰ هزارن تائين به آهي. جيڪا ڪنهن ٻهراڙي جي ڪٽنب جي ساليانی آمدني کان به مٿي آهي. انهن اسڪولن ۾ ماهر استاد اعليٰ پگهار ۽ ٻين سهوليتن سان مقرر ٿيل هوندا آهن جيڪي ٻارن سان پاڪستان جي قومي زبان ۾ به ڪڏهن ناهن ڳالهائيندا، انهن جا ڪورس بلڪل پاڪستان جي منظور ٿيل نصابي ڪورس کان مختلف هوندا آهن ۽ انهن ادارن مان تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ شاگرد لاءِ ٻاهرين ملڪن جي اعليٰ تعليمي ادارن ۾ سندن پسند واري مضمون ۾ اعليٰ تعليم جو بندوبست ٿيل هوندو آهي پوءِ اهي پاڪستان جا ”سپرمين“ بڻجي، اسان جي قسمتن بابت ويهي فيصلا ڪندا آهن. هڪ طرف انهن خانگي تعليمي ادارن ۾ اعليٰ ماحول، جديد سهوليتون، ڪمپيوٽرائزڊ تعليمي سرشتو ۽ جديد تدريسي سامان آهن ته ٻئي پاسي اسان جا سرڪاري تعليمي ادارا آهن جن جي تفصيل ۾ وڃڻ اجائي ٿو سمجهان، ڪو ڀاڳ وارو ڳوٺ هوندو جنهن ۾ ٻن ڪمرن جي عمارت وارو اسڪول هوندو. جيڪڏهن اسڪول هوندو ته فرنيچر نه هوندو ۽ شاگرد پٽ تي ويهي پڙهندا. ڪن ٻهراڙين ۾ ته اڄان تائين شاگرد وڻن جي ڇانوَ هيٺان تڏن تي ويهي پيا تعليم پرائين. ٻئي پاسي اهڙن اسڪولن لاءِ استادن جي ڀرتي تي به خاص ڌيان نه ڏنو ويندو آهي، يعني جيڪو ڪنهن به طريقي سان رڳو مئٽرڪ جو سرٽيفڪيٽ حاصل ڪري وٺي، پوءِ ڪٿي (E) گريڊ ۾ هجي ۽ نفسياتي مريض ڪٿي چو نه هجي، پر سفارش يا رشوت تي ماستر ضرور

ٿيندو. معاشري جي نا انصافين، اڻبرابرين ۽ معاشي بدحالي جي شڪار استاد ڪي پگهار بہ ايترو ڏنو ويندو آهي جو هو اسڪول ۾ حاضر دماغ هجڻ بجاءِ خيالن ئي خيالن ۾ پيو گهر جا مسئلا حل ڪندو. جيڪڏهن ڪنهن شاگرد رڙ ڪري سندس خيال ٽوڙيا تہ پوءِ ڏنڊي جا ٿهڪا هوندا ۽ رڙيون عرش تي پيون پڌيون، اهو سرشتو سالن کان هلندو پيو اچي ۽ ان جي نتيجي ۾ اسان جهڙا قابل پيدا پيا ٿين. جيڪي غلامي جي تسلسل، روايتن جي طلسم ٽوڙڻ ۽ اونده جي ڀاٽ ۾ ڪنهن لاٽ ٻارڻ بجاءِ پنهنجي ذات جي خول ۾ پيا ٻانبڙا پايون.

اهڙن اسڪولن جو سلسلو مڊل ۽ هاءِ اسڪول تائين آهي ۽ جن مان پاس ٿيل پوءِ ڪو ڀاڳوارو نوجوان يونيورسٽيءَ ۾ پهچي ٿو پوءِ ان جي سموري پس منظر ۾ ذاتي محرومين، خانداني مسئلن معاشي اڻبرابرين کان قطع نظر ڪيس تعليم جي پستي جو ذميوار قرار ڏجي تہ انصاف نہ ٿيندو.

**(٢) نوڪر شاهي جي عوام دشمني:** اسان جي تعليم جي تباهي جي وڏي ۾ وڏي ذميواري نوڪر شاهي آهي جيڪا اڄ سڌي طرح پاڪستان تي حڪومت ويٺي ڪري. اهي جيڪي تعليمي نصاب جوڙين ٿا ۽ تعليمي سرشتا پيا هلائين انهن کان سوال ڪيو وڃي تہ ڇا سندس اولاد اهو ساڳيو نصاب پڙهندو آهي ۽ سندن اولاد سرڪاري تعليمي ادارن ۾ سرڪاري استادن جي تربيت هيٺ تعليم حاصل ڪندو آهي؟ جيڪڏهن نہ تہ پوءِ اسان کي پستي ۾ رکڻ لاءِ مدي خارج نظام کي ڇو برقرار رکيو پيو وڃي، آخرڪار ڪامورن جو اولاد آفيسر ۽ هاري جو ٻار هاري ڇو ٿيو پيو اچي؟ ڇا مسڪين ماڻهن جي اولاد کي الله سائين گهٽ دماغ وارو ۽ سندس اولاد کي اعليٰ دماغ سان پيدا ڪري ٿو ڇا. نہ بلڪل نہ. اهڙي نا انصافي الله تعاليٰ ڏانهن منسوب نہ ٿي ڪري سگهجي.

**(٣) معاشي بدحالي:** هي اهڙو مرض آهي جيڪو ذهني صلاحيتن، محنت جي جذبي، شخصيت، مستقل مزاجي، ارادي جي قوت، پاڻ سڃاڻڻ ۽ اخلاقي جرئت جهڙن جذبن کي اڌوهي وانگر چٽي ناس ڪريو

چڏي. اها معاشي بدحالي ئي آهي جيڪا اسان جي ناخواندگي واري شرح ۾ اضافي جو وڏي ۾ وڏو سبب آهي. سرڪاري اسڪولن ۾ مئٽرڪ تائين تعليم مفت آهي، پر ماهوار معمولي في شاگرد کي ڏيڻي پوندي آهي ۽ شاگرد جا والدين غربت سبب اها معمولي في به نه ڏئي سگهندا آهن جنهن ڪري اڪثر شاگرد تعليم کي الهواهي چئي وڃي گهر ويهن. معاشي بدحالي سبب اڪثر والدين ته پنهنجي اولاد کي ان غربت جي بٺي ۾ ننديڻ کان ئي اڇليو ڇڏين ۽ ٻار تعليم جيڪو سندن بنيادي حق آهي، کان محروم رهجيو وڃن. ان غربت جي گهاٽي ۾ پيسندي ڪي نوجوان اعليٰ تعليم جي چائنٺ تائين پهچيو به وڃن، پر سدائين تعليمي ادارا بند ۽ ٻيا مسئلا پيدا ٿيڻ سبب ڪافي نوجوان تعليم بجاءِ ڪاغذي سرٽيفڪيٽ حاصل ڪري وتن آفيسن جا چڪر ڪاٽيندا.

**(۴) سماجي اثر:**جاگيرداري دؤر جي پيداوار پراڻين ريتن رسمن، تعليم جي گهٽتائي، غربت، ذهني غلامي، محرومين، سماجي اڻبرابري نا انصافين سبب جيڪو خطرناڪ ماحول جنم وٺي ٿو. ان جي اثرن کان بچڻ يا ان کان بغاوت ڪرڻ ڪا معمولي ڳالهه نه آهي. ان سماج ۾ جيڪا منفي سوچ جنم وٺي ٿي ان کان پاڻ ڇڏائڻ ۽ ان روايتي ۽ پراڻ پسندي واري ڏيڻ مان نڪرڻ ئي اسان جي نوجوان لاءِ للڪار جي حيثيت رکي ٿو. وک وک تي سندس آڏو رنڊڪون پيدا ٿينديون رهن ٿيون ۽ ڪافي نوجوان، ان رنڊڪن کي منهن ڏيندي ڏيندي نيٺ هٿيار ڦٽا ڪرو حالتن سان ناهه ڪريو ڇڏين. ان سڄي صورتحال کي بدلائڻ لاءِ جيستائين تعليم جو سرشتو ۽ ملڪ جو نظام نه ٿو بدلجي يا جيستائين طبقاتي ڏاڍ نه ٿو ختم ٿئي تيستائين ان تباهي کان جان ڇڏائڻ ڏکي پئي لڳي، تڏهن به مايوس ٿي ويهڻو ناهي جيڪڏهن رڳو استادن ۽ شاگردن کي ڏوهه ڏيڻ بجاءِ حقيقتن جي ڇنڊ ڇاڻ ڪرڻ کان پوءِ تعليم جي واڌاري ۽ سڌاري لاءِ ايمانداري سان اپاءَ ورتا وڃن ته اسان جي تعليم تباهي کان بچي سگهي ٿي.



ڪنهن ٿي ڄاتو تہ گاجي ڪهاوڙ جي ڪلراٺي مٽيءَ مان علي گوهر ڪهاوڙ جهڙو گل ٽڙندو جنهن جي سڳنڌ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پهچندي. هي نوجوان پنهنجي ننڍي ڄمار ۾ ئي گهڻ پاسائين شخصيت جو مالڪ رهيو آهي. هو هڪ طرف استاد ۽ سماجي ڪارڪن آهي جيڪو عام ماڻهن جي ڏکن تي ٽڏا پها رکندو ٿو رهي تہ ٻئي طرف صحافي ۽ اديب آهي جنهنڪري سماجي براين ۽ ناانصافين تي بہ لاڳيتو نظر رکي ٿو.

گاجي ڪهاوڙ جهڙي ننڍڙي ڳوٺ کان ڪراچي جهڙي وڏي شهر تائين ڪيل سفر واري راهہ ۾ هن ڪي ڪنڊن تان لنگهڻو پيو آهي. انهن خوش نصيب ماڻهن مان نہ آهي جن کي جمڻ سان ئي سون جا چمچا وات ۾ وڌا ويندا آهن پر هن جو تعلق عام سنڌي سماج جي هڪ اهڙي گهراڻي سان آهي جن کي ڏک ورثي ۾ ملندا آهن. پر هن نوجوان ڪڏهن بہ مايوسي ۽ نااميدي جو اظهار نہ ڪيو آهي ۽ هر وقت سجاڳي ۽ خلوص وارن جذبن سان اڳتي وڌندو رهي ٿو. هو جتي اهو چاهي ٿو تہ سماجي براين، ناانصافين ۽ محرومين جو انت اچي، اتي ان ڳالهہ ۾ بہ پختو ويساهہ ٿو رکي تہ منزل رڳو ڳالهين وسيلي نٿي ملي.

علي گوهر جي صحافتي عمر رڳو ٦ سال آهي جنهن ۾ هن اسان کي "اندر جنين اڌ" جهڙو مضمونن ۽ ڪالمن جو سهڻو مجموعو ڏنو آهي جنهن مان سنڌس سجاڳي، خودي، حساسيت ۽ بي ٻاڦي بکي پئي.

**شير محمد ڪهاوڙ**
**ڪراچي**

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، چاڻَ، سمجهه ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ جي ٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)